# عشق ميرانپور

## (صوفي فقير ڪرم ٽالپرَ جي شاعري)




مرتب ۽ سهيڙيندڙ:
صوفي سيف الله ٽالپر

پوپٽ

مانوارا سائين صوفي ذوالفقار کي
اعزازي ڪاپي
صوفي سيف الله عليم
29-9-2016

# عشق ميرانپور

(صوفي فقير ڪرم ٽالپر جي شاعري)

مرتب ۽ سهيڙيندڙ:

**صوفي سيف الله ٽالپر**



پوپٽ

پوپٽ پبلشنگ هائوس - خيرپور، سنڌ

2016ع

POPAT BOOK NO: 91

عشق ميرانپور

(صوفي فقير ڪرم ٽالپر جي شاعري)

مرتب ۽ سهيڙيندڙ: صوفي سيف الله ٽالپر

ڇاپو پهريون: 2016ع

تعداد: هڪ هزار

ٽائيٽل ڊزائين: سعيد منگي

لي آئوٽ: آصف نظاماڻي

ڪمپوزنگ: عرفان ڀٽو

ڇپيندڙ: پوپٽ پرنٽنگ پريس، خيرپور. فون: 0243-552913

ڇپائيندڙ: پوپٽ پبلشنگ هائوس خيرپور - سنڌ.

ملهه: -/250 روپيه



ISHQ MEERANPUR

(Poetry of Sufi Faqeer Karam Talpur)

Compiled by: **Sufi Saifullah Talpur**

First Edition: 2016
Quantity: 1000 Copies
Title Design: Saeed Mangi
Lay 'out by Asif Nizamani
Composing by Irfan Bhutto
Printed by Popat Printing Press, Khairpur Ph: 0243-552913
Published by Popat Publishing House, Khairpur – Sindh.
Price: **Rs. 250/-**

# صوفي فقير قادر بخش "ڪرم ٽالپر"
# جو خانداني شجرو



# ارپنا

پنهنجي پياري روحاني رهبر مرشد هادي

**سائين عبدالستار شاهه ثاني رحه**

جهوڪ ميرانپور جي نالي، جنهن مون ناچيز کي

ذڪر الاهي ذئي انسانُ بڻايو

- ڪرم ٽالپر

# سنڌاءُ

# پبلشر نوٽ

ڪرم ٽالپر جو نالو هڪ طرف سنڌ جي ادبي حلقن ۾ هڪ برجستي شاعر ۽ نثر نويس طور ڳڻجي ٿو ته ٻئي طرف تصوف جي گيڙو رنگ رستن تي هلندڙ پانڌيئڙا به کيس سندس ذاتي سڀاءُ، فقيري رنگ ۽ صوفياڻن ٻولن جي ڪري پنهنجي قبيلي ۾ مانائتي جاءِ ڏين ٿا ۽ کيس هڪ صوفي فقير ئي سمجهن ٿا. ڪرم ٽالپر سنڌي ٻوليءَ جو سچاڻ شاعر آهي، هن مزاح نگاري جي شعبي ۾ ڪيترائي ڪالم لکيا، ريڊيو لاءِ اڻ ڳڻيا ڊراما ۽ اسڪرپٽ لکيا ساڳئي ئي وقت هن صوفياڻي رنگ ۾ ڪيترو ئي ڪلام چيو. ڪرم ٽالپر طب جي شعبي سان لاڳاپيل هيو ۽ سندس ڦڪين الاهي امرَ سان ڪيترن ئي اڳهن لاءِ فرق پيدا ڪيو. ڪرم ٽالپر منهنجو ذاتي دوست به هيو، هن سان ڏاڍي ڪان وڌي محبت واري واٽ هئي. اهو ئي سبب آهي ته سندس گڏيل، گهڻ ٻوليائي ڪلام جو هي مجموعو ڇاپيندي مان تمام گهڻي سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان. اميد ته پڙهندڙن کي هي ڪتاب پسند ايندو. ۽ اهي هن ڪتاب کي پنهنجي دل ۾ جوڳي جاءِ ڏيندا.

**قربان منگي**

چيئرمين

ٻوڪ پبلشنگ هائوس، خيرپور

# سهيڙيندڙ ياران

اول علم آموز و آخرين جابيا

که بي علم وارو حضور نيست جاء

پهريائين علم سکجي پوءِ فقيري ڏانهن اچجي، جاهل جي بارگاهِ الاهي ۾ جاءِ ڪونهي ـ جيڪو ذڪر اِلاهي سان ذات حق تعاليٰ جي اڳيان ڪُٺو سو حلال آهي ـ جنهن ڪي بنا تڪبير جي حضرت عزرائيل عليہ السلام ماري وڌو سو حرام ٿي ويو ـ ائين فقير قادر بخش "ڪرم ٽالپر" به ذڪر الاهي سان سيني کان موڪلايو. جيڪي امانتون هيون سي سڀ پڄائي ويو ته هي انهن ڪي ڏيٽيون آهن. رات جو فقير پنهنجن پيارن فقيرن کان موبائيل فون تي موڪلايو ۽ چيائين ته رات اسانجي بارگاهہ الاهي ڏانهن تياري آهي، سو اوهان کان آخري موڪلايون پيا.

رات جو دير سان گهر وارن کي اُٿاري ۽ انهن کان موڪلايائون.

۽ پوءِ بستري تي سڌو ٿي سمهي پيا ۽ سندن دم پرواز ٿي ويو.

بندي جي الله سان هيڪوٽي محبت هوندي آهي ته الله جي بندي سان ڏهوٽي محبت هوندي آهي ـ ڪنهن بلها شاهہ کان پڇيو ته الله ڪيئن ملندو ته فرمايائون:

بليا رب دا ڪيوين پاوڻا
ايتون پڻا اوتي لاوڻا

فقيرن فرمايو آهي تہ الله سان هڪڙو دم رهڻ بہ ٻنهي جهانن جي بادشاهي کان بهتر آهي.

قرآن پاڪ ۾ رب تعاليٰ فرمايو آهي تہ: " فاذكروني أذكركم"
تون مونکي ياد ڪر تہ مان توکي ياد ڪيان.

صوفي سيف الله ٽالپر

کبیرا سریر سراءِ ہے، کیوں سوئے سکھ چین،
کوچ نغارا سانس کا، باجت ہے دین رین۔

اسان جو بيحد پيارو ۽ ڏاڏا سائين عبدالستار شاھ ثاني جو دست بعيت طالب، صوفي قادر بخش ”ڪرم“ ٽالپر پنھنجي ٻالڪپڻي کان ئي درگاھ معليٰ جھوڪ جي حوالي ٿيل ھو. سندس والد صوفي عنايت علي فقير ٽالپر بہ ھميشہ ڏاڏا سائين جن جي صحبت ۾ رھيو ۽ سفر مسافريءَ ۾ بہ گھڻي قدر سندن ھم رڪاب رھيو.

فقير ڪرم ٽالپر پڙھڻ دوران ۽ فوجي نوڪري سبب زندگيءَ جو ڪافي حصو درگاھ معليٰ جھوڪ تي حاضر نہ ٿي سگھيو پر تنھن ھوندي بہ پنھنجي مرشد جي محبت دل ۾ سانديندو آيو. سندس حياتي جي پڇاڙڪن سالن ۾ وري نئين سر سائنس ڀرپور ملاقاتون ٿيون. پاڻ بيحد کل مک، ملڻ جلڻ وارو ۽ ھر دل عزيز ماڻھو ھو. درگاھ معليٰ جھوڪ جو ۽ پنھنجي مرشد ھادي، سائين عبدالستار ثاني جن جو سچو پچو عاشق ھو. ھن پنھنجي ڪلام ۾ سندس مرشد ۽ درگاھ معليٰ جھوڪ لاءِ جيڪو عشق محبت، سڪ اڪير ۽ عقيدت جو اظھار ڪيو آھي سو قابل تحسين ۽ جس لائق آھي.

صوفي قادر بخش ”ڪرم“ ٽالپر جي شاعري دل کي وڻندڙ تمام سھڻي آھي، اھڙي شاعري جي اشاعت تي بيحد خوشي ٿي آھي. اھو افسوس

آهي جو سنڌس ظاهري حياتي سائس گهڻو ساٿ نہ ڏئي سگهي ۽ دنياوي زندگيءَ ۾ اسان کان جدا ٿي ويو پر اسان جي دل ۾ اسان سان هر دم گڏ آهي. اسان جون دعائون سائس هميشہ شامل حال آهن.

فقير عطاءُ الله شاهہ ستاري

صوفي عطا الله شاهہ ستاري

سجاده نشين

درگاهہ معلىٰ صوفي شهيد شاهہ عنايت جهوڪ

ميرانپور

# مهاڳ

هر انسان جي اها فطري ۽ فڪري سوچ لوچ آهي ته هو ڪجهه نه ڪجهه ڪم ڪندو رهي. بغير ڪنهن جسماني چر پر جي يا ذهني سوچ ويچار جي واندو نٿو ويهي سگهي. جيئن سائنسدان پنهنجن مختلف ايجادن جي سوچ فڪر ۾ رهيٿو. فلاسفر جو ذهن فلاسافي بابت سوچي ٿو. اديب ، شاعر ۽ سگهڙ به ادب، شاعري ۽ سگهڙائپ جي نين نين صنفن ۽ موضوعن تي سوچيندا رهن ٿا. فقير قادر بخش "ڪرم" ٽالپر به ٻالڪپڻ کان زندگيءَ جي آخر تائين ادب، شعرو شاعري جي واٽ تي هلندو، سوچيندو ۽ لکندو رهيو. ڪڏهن نثر، ڪڏهن نظم، ڪڏهن سگهڙائپ جا سونهري نقطا ته ڪڏهن سنڌ ڌرتي ۽ سنڌي ماڻهن جا گيت لکيا. اهڙي طرح جيئن جيئن سنڌس سوچ جو سفر اڳتي وڌندو رهيو تئين تئين سنڌس قلم جو زور به وڌندو ويو. نتيجي طور، آزاد نظم، ٽيڙو، چوڪ، بيت ڏوهيڙا، ڪلام ڪافيون وايون، گيتن ۽ غزلن جا انبار لائي ڇڏيائين. هن نه رڳو سنڌي ٻوليءَ جي صنفن ڪي پنهنجي شاعريءَ جي مشق جو ميدان بڻايو پر ٻين به ڪيترن ئي ٻولين تي طبع آزمائي ڪئي جنهن ۾ سرائڪي، پنجابي، اردو، فارسي ۽ هندي ٻوليون به شامل آهن. هن وقت تائين سنڌس شاعري جو وڏو بحر موجود آهي.

جنهن ۾ سندس احساس، جذبن، تاثراتن ۾ محبت ۽ عشق جي اتساهن جا لکين بي بها لعل جواهر ميڙيل ۽ سهيڙيل آهن.

صوفي قادر بخش "ڪرم" ٽالپر ڳوٺ ٽالپر وڏا، ضلع خيرپور ميرس ۾ سال 1938ع ۾ صوفي عنايت علي فقير ٽالپر جي گهر جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڪان سنڌي فائينل امتحان پاس ڪرڻ تائين پرائمري اسڪول ٽالپر وڏا ۾ پڙهيو. ان ڪانپوءِ خانگي طرح انگريزي جي تعليم B.A تائين حاصل ڪئي.

صوفي قادر بخش "ڪرم" ٽالپر جي زندگيءَ جو اهم دؤر اهو هو جڏهن ننڍپڻ ۾ ئي کيس درگاهه معليٰ سلطان الاولياء صوفي شاهه عنايت الله شهيد جي سجاده نشين، سرتاج الاولياء صوفي عبدالستار صاحب ڪريم جن جي قدمبوسيءَ جو شرف حاصل ٿيو. سرتاج الاولياء صوفي عبدالستار سائين جن ان وقت ڳوٺ ٽالپر وڏا ۾ صوفي ڪرم ٽالپر جي والد صوفي عنايت علي فقير ٽالپر وٽ ترسيل هئا. سياري جي موسم هئي. صبح جي وقت پاڻ صاحب ڪريم جن پنهنجي فقيرن سان گڏ مچ تي ويٺل هئا. ٻاراڻي خيال ڪان هي ننڍڙو ڪرم به سائين جن صاحبن ڪريمن جي ڪچهريءَ جو پاسو ڏئي اچي ويٺو. پاڻ صاحب ڪريم جن پنهنجي ڪريمي نظر سان ڪرم ٽالپر ڏانهن متوجه ٿيندي ڪانئس سرائڪي ٻوليءَ ۾ پڇيو "بابا، تون اسان نال دوستي رکيسين؟!

...... ته ڪرم وراڻيو "ها، سائين مئين تسان نال دوستي رکيسان."

ڪچهريءَ ۾ ٺهڪڙو مچي ويو. صوفي عنايت علي فقير عرض ڪيو ته قبلا سائين هن ڪي دعا ڪيو. هي خوش نٿو رهي. صاحب ڪريم جن وڏي شفقت سان فرمايو "بابا ، هي بلڪل خوش ٿيندو. هي درگاهه معليٰ جهوڪ جو فقير آهي. الله تعاليٰ کيس خوش رکندو." ۽ ٿيو به ائين، هن پنهنجي زندگيءَ جا سيئي ڏينهن خير خوبيءَ سان گذاريا. کيس وري ڪڏهن به بخار ڪو نه آيو. ياد رهي ته اولياءَ الله جي گفتگو، اسرار الاهي، روحاني رمزن ۽ علم عرفان سان پرپور هوندي آهي. سندن زبان مبارڪ مان نڪتل هر لفظ معرفت ۽ حڪمت ڪان خالي نه هوندو آهي. انهن جي گفتگو ۽ ڪامل نگاهه، سير سلوڪ جي راهه تي هلندڙ سالڪن

لاءِ روشن شمع جي مثال هوندي آهي. اهڙي طرح صوفي ڪرم ٽالپر 12 سالن جي عمر ۾ ئي شاعري جي شروعات ڪئي. ڏينهون ڏينهن سندس شاعريءَ ۾ پختگي ايندي وئي. تانجو پنهنجي ڪامل اڪمل مرشد جي دعا سان "ڪرم ٽالپر"جي تخلص سان هڪ قداور شخصيت طاقتور اديب ۽ شاعر جي حيثيت سان سنڌ ڌرتيءَ تي واضح طور پنهنجو نالو روشن ڪيو. صوفي "ڪرم " ٽالپر پنهنجي هر شعر ۾ درگاهه معليٰ صوفي شاهه عنايت الله شهيد جهوڪ ميرانپور، پنهنجي مرشد هادي صاحب ڪريم صوفي عبدالستار ثاني ۽ موجوده سجاده نشين صوفي عطا الله فقير ستاريءَ جا ڳڻ ڳائيندي هن دنياوي زندگيءَ کي پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهچايو.

هن موجوده ڪتاب ۾ صوفي "ڪرم" ٽالپر جي فقط اها شاعري ڏني ويئي آهي جيڪا خاص طور درگاهه معليٰ جهوڪ ميرانپور ۽ ميرانپور جي ميرن، روحي رهبرن بابت چئي وئي آهي. ان شاعري جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته درگاهه موصوف ۽ سندس مالڪن سردارن سان صوفي ڪرم ٽالپر جي ڪيتري نه دلي ۽ روحاني عقيدت، محبت، سڪ پريت ۽ والهانا احترام هو. جيئن ته درگاهه معليٰ جهوڪ ميرانپور تصوف جو ۽ واحد جي وحدانيت جو وڏو روحاني مرڪز ۽ درسگاهه رهيو آهي. هيءَ درگاهه هڪ بي پايان روحاني بحر آهي جنهن مان هزارين شاخون نڪري سموري سنڌ جي درد مند دلين جي سيرابي ڪن ٿيون. تصوف جي پيار پچار، واحد جي وحدانيت جو وهنوار، رڪنڌڙ، ذات الاهي جي تجليات جو مرڪز درگاهه جهوڪ هجڻ ڪري فقير قادر بخش ڪرم ٽالپر به هن ڪتاب ۾ سڀ ڪان پهريان تصوف تي روشني وڌي آهي ۽ تصوف جي اهميت کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تصوف اندر وحدانيت جي واٽ جي وضاحت ڪئي آهي:

تصوف اهو علم آهي، جنهن وسيلي سير سلوڪ، شريعت طريقت، معرفت ۽ حقيقت جون رمزون ۽ اسرار معلوم ڪري، الله تعاليٰ جي ذات ۽ سندس رسول ڪريم صلعم جن جي ذات اقدس جهڙا اخلاق، عادتون ۽ اطوار پاڻ ۾ پيدا ڪرڻ آهي. ماسويٰ (الله تعاليٰ جي

ذات کانسواءِ باقي سموري دنيا کان) منهن ڦيري يڪسوءِ ٿي صرف الله ڏانهن منهن ڪرڻ ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته هن دنيا فاني، جي محبت کي ڇڏي الله تعاليٰ جي ذات سان عشق جا ناتا جوڙڻ تصوف آهي

قلب مومن عرش الله، دل تخت اهين دا جائين.
تون ئي تون وچ دلبر ڳولين، آپ ڪون وچ نه آئين.
کول نقاب پائين وچ جهاتي، صورت صاف سجائين.
"ڪرم" نهين او ڪنهن پاسي، ٿي موتو منزل مائين.

"ڪرم" ڪثرت ناهه ڪا، حق سندي هولي،
لا اِلٰہ لولي، اِلا الله اثبات تي.

*

سرير محل ساجن ڪا، من هي پريم نگريا،
"ڪرم" هي ڏيهي نام کي، رهت هي آپ سنوريا.

*

شيش محل ۾ شاهه تو ٻولي، هر هنڌ هر جاءِ تي مالڪ حقيقي جي ذات موجود آهي ۽ هن ڪل ڪائنات جي ڪارڪردگيءَ ۾ ان قادر قدير جو هٿ آهي. سندس ئي اشاري تي سموري ڪائنات جو هر هڪ ڪل پرزو پنهنجي پنهنجي مقرر جاءِ تي ڪم ڪري رهيو آهي. اهڙيءَ طرح انسان به ان ذات حقيقت جو مظهر آهي. جيڪي ڪريٿو اهو الله تعاليٰ جي ذات جي اشاري تي ئي ڪريٿو. ڪل صفات، ذات جو مظهر آهي، هر عمل ان ذات جوئي عمل آهي.

جهڙيءَ طرح انسان جي صفاتي جسم جون گهرجون ۽ تقاضائون آهن تئين سندس روحاني گهرجون ۽ تقاضائون به آهن. انهن سيني تقاضائن مان اهم بنيادي تقاضا اها آهي ته ان حقيقي ذات سان سندس رابطو هجي، سائس محبت ۽ ملاقات هجي. جنهن سان اها روحاني راحت ۽ ذاتي خوشي حاصل ٿئي جنهن جي قرآن پاڪ گواهي ڏني ٿو. الله تعاليٰ جي دوستن کي نه خوف هوندو نه ڏک هوندو.

حقيقي ذات سان ملائڻ جو ڪم ڪو حقيقي رهبر ئي ڪري سگهي ٿو. ڪامل روحاني مرشد کانسواءِ اهو ڪم مڪمل ٿيڻ مشڪل آهي. ڇو ته ان ڪامل اڪمل رهبر کي ٻنهين جهانن جي سردار رسول ڪريم صلعم جن کان روحاني طاقت عطا ٿيندي رهيتي ۽ الله تعاليٰ جي ذات سندس مددگار رهيتي، جنهن ڪري مرشد شهنشاهه کي الله تعاليٰ ۽ رسول ڪريم صلعم جن جي ظاهر باطن طاقت سمجهڻ گهرجي ۽ سندس صفاتي صورت ڄاڻڻ گهرجي. ساڳي ئي احساس ۽ اتساهه سان سندس حڪمن جي پيروي ڪرڻ گهرجي. مطلب ٿيو ته مرشد هاديءَ جي ظاهري صورت جي وسيلي ذات الاهي پنهنجي طالب حق جي رهنمائي ڪندي رهيتي.

تنهنڪري مرشد حق جي صورت خدا جي صورت، مرشد جو حڪم خدا جو حڪم، مرشد جو ڪلام الله جو ڪلام ڄاڻڻ گهرجي. ان ڳالهه جي وضاحت ڪرم ٽالپر پنهنجي ڪلام ۾ ڪئي آهي.

فقير آهي خدا جو مظهر، فقير مليو الله مليو،
فقير هادي فقير رهبر، فقير مليو الله مليو.
فقير صورت صورت محمد آ، فقير سيرت محمدي آ،
فقير مرشد، فقير سرور، فقير مليو الله مليو.
فقير عزت فقير غيرت، فقير رحمت، فقير عنايت،
فقير حسين آ، فقير حيدر، فقير مليو الله مليو.

ذات صفات ۾ آهي قادر، فقير مليو الله مليو.

فقير جي روحاني فڪر ۽ ذاتي سيرت کي پسند ڪندي ٻنهين جهانن جي سردار حضرت محمد ڪريم صلعم جن فقير جي باري ۾ فرمايو "الفقر فخري" - اها ڪهڙي فقيري آهي، فقير جي ڪهڙي سيرت آهي جيڪا رسول ڪريم صلعم کي وڻي وئي آ، ظاهر آهي ته اها الله جي ذات کي به پسند آهي. ان فقيريءَ جي وضاحت به صوفي "ڪرم ٽالپر" پنهنجي شعر ۾ ڪئي آهي.

آهي عشق الله، وحدت فقيري،
سدا ذڪر ذاتي، عبادت فقيري.
چيو شاهه ڪونين، الفقر فخري،
صداقت، عبادت، فضيلت فقيري
شرافت، رياضت، هدايت فقيري،
قربت ۽ صحبت، محبت فقيري.
شريعت طريقت، حقيقت معرفت،
ولايت امامت، رسالت فقيري

نفرت عداوت، ڪلفت ڪنهين سان،
اسانکي نٿي ڏئي، اجازت فقيري.

جنهن درجي، منزل مقام تي مرشد جو مرتبو، مان شان اعليٰ افضل آهي، اتي سندس رهائش يا آرام گاهه. ماڳ مڪان ۽ درگاهه جو شان شوڪت به شاهاڻو آهي، درگاهه به عشق ذاتيءَ جو آماجگاهه ۽ ذاتي، روحاني درس تدريس، ڪيفيت ۽ ڪردار جي عملي مشق جو ميدان آهي. جتي ذاتي ذڪر فڪر، ڪردار، گفتار ۽ الاهي انوار جي حاصلات ٿيندي هجي. جتان خدائي عشق جي خيرات ملندي هجي. جتان ذاتي فيض، الله جون رحمتون ۽ برڪتون حاصل ٿينديون هجن. صوفي ڪرم ٽالپر به پنهنجي مرشد رهبر جي درگاهه معليٰ جهوڪ ميرانپور جي وضاحت ڪندي چيو آهي:

الله دي هئ نور دي برسات جهوڪ وچ
هلدي پئي هي پيار دي خيرات جهوڪ وچ

شهيدان دي بارات جهوڪ وچ
هلدي پئي هي پيار دي خيرات جهوڪ وچ

وفا ہے جھوک میں دیکھو،
دوا ہے جھوک میں دیکھو۔
دعا ہے جھوک میں دیکھو،
خدا ہے جھوک میں دیکھو۔
یہاں فضل قلندر ہے، کرم ستار کا در ہے،
عطا ہے جھوک میں دیکھو۔
کیا رتبہ ہے نرالا، درگاہ جھوک کا،
کوئی نہیں ہے ثانی واللہ جھوک کا

طالب کي هت مليتو الله جهوڪ ۾،
آهي عنايت الله، شهنشاهه جهوڪ ۾.

جنت کی فضائیں ملتی ہیں جھوک میں،
اللہ کی رضائیں ملتی ہیں جھوک میں۔

صوفين جي سنگ جو آ سالار جهوڪ ۾
الله جو وسي ٿو انوار جهوڪ ۾

صوفي "ڪرم ٽالپر" ڪي درگاهه معليٰ جهوڪ ميرانپور تان پنهنجي مرشدن، ميرانپور جي ميرن ڪان جيڪو فيض حاصل ٿيو، ان جو حوال ڪندي چوي ٿو:

ستار کني ستاري، جهولي، اندر لکايو،
قادر کيو عطا آ، اسرار عشق جو.

ايسا پلايا جام ہے ساقی ستار نے،
بیخود خودی نے کر دیا، مجھکو خمار نے،

ایسا نشہ سرور کا دیکھا ہے جھوک میں
مرشد عطا اللہ نے پارس بنا دیا

مجھکو نگاہ مست سے، ہے مصطفیٰ ملا،
مرشد میں گم ہوا تو مجھکو خدا ملا۔

مئیں نے نظارا نور کا دیکھا ہے جھوک میں،
ظاہر تجلیٰ طور کا دیکھا ہے جھوک میں۔

کنيون جڏهن اوهان مست نظرون،
دوا به ٿي وئي سخا به ٿي وئي.
اسان جو سڏري ويو مقدر،
رهي اسان جي دعا اوهان لئه.

مرشد شهنشاهہ جي عزت عظمت، شان مان ۽ مرتبو بيحد ۽ بي
انت آهي. سندس عظمت جو کو بہ عاشقن ۽ عارفن پنهنجي مرشد جي

عظمت بيان ڪئي آهي ان تي سرسري نظر ڪرڻ سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ڀڳت ڪبير پنهنجو خيال ونديندي چويٿو:

تِين لوڪ نَو کنڊ ۾ گرو تي بڙا نہ ڪوءِ،
ڪَرتا ڪري نہ ڪر سگهي، گرو ڪري سو هوءِ.

ٽنهين جهانن ۾ ۽ نَوَن مملڪتن ۾ مرشد کان اتاهون ٻيو ڪو بہ ناهي، جيڪڏهن الله جو حڪم ڪيل ڪم نہ ٿئي تہ ٿئو بہ ٿي سگهي پر مرشد جو حڪم هر حال ۾ پڙي ٿو.
صوفي دلپت چيويٿو:

گرو گوبند ايڪ هئين، سوهنگ ساکي ايوَ.
"دلپت" گر ڪاٽا پرم ڪو، جئي جئہ جئہ گر ديوَ.

مرشد ۽ الله هڪئي آهن، ذڪر انهن جو شاهد احوال آهي. مرشد هاديءَ انهيءَ دوئي ٻيائي واري پرم کي ڪاٽي ڇڏيو. اها وڏي ڪاميابي آهي منهنجي مرشد جي.
صوفي دريا خان فقير فرمائي ٿو:

"دريا خان" آپ وچون نا آٽين، حق سڃاٽين، غير نہ آٽين
ڪول اکيان تي اظهار، الله مرشد هِڪا هِڪ حد.

مير جان الله شاهہ روهڙيءَ وارو درويش پنهنجي مرشد رهبر لاءِ دل جو اظهار ڪندي لکيتو:

آن مرشد درون آن، عارف يگانہ،
نامش عنايت الله، آن نور ڪبريائي
اهو باطني مرشد ۽ يگانو عارف، ان جو نالو
عنايت الله آهي، اهو خدائي نور آهي.

صوفي ڪرم ٽالپر بہ اهائي واٽ وٺندي پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو آهي:

آيو منجھ عشق جي اولي صفي الله ٿي آيو.

ڪٿي ستار ۽ ارشاد، سر الله ٿي آيو
"ڪرم" منجھ جھوڪ ميرانپور، عطا الله ٿي آيو.

فقير آهي خدا جو مظهر، فقير مليو الله مليو.

ستار ڪئي آ نظر عنايت، عطا ڪئي آ پنهنجي محبت،
ڪرم نظر آ مونتي هر هر، فقير مليو الله مليو.

تم ظاہر صورت انساں ہو، باطن میں روپ خدا کا ہو،
اثبات نفی کے جامے میں، ہے ایسے بشر کی طلب مجھے۔

یہ نہ پوچھو کہ مجھکو کیا مل گیا ہے،
خود کو ڈھونڈھا تو مجھکو خدا مل گیا ہے۔

سارا جگ ترے درسن کو، ساجن میرانپور میں،
آئو پریمی دیکھو میرا، موھن میرانپور میں۔

محبوب معبود مرشد جي بارگاه ۾ عاشق طالب کي آزي نيزاري، عجز ۽ انڪساري ڪرڻ ضروري آهي. يار بيپرواه جيئن پرچي تيئن پرچائجي. محبوب حقيقي جيئن مڃي تيئن مڃائجي. رب جيئن راضي ٿئي، يار جيئن ريجهي تيئن ريجهائجي ته عاشق کي دلي سڪون حاصل ٿئي. محبوب جي بارگاهه ۾ سر بسجود رهڻ ئي عاشقن جي حقيقي نماز آهي. انهيءَ حقيقت کي ڄاڻندي صوفي ڪرم ٽالپر ٻ

پنهنجي مرشد هادي کي وڏي عاجزيءَ سان، دل جي گهرائي سان بيحد خلوص سان ٻاڏائيندي عرض ٿو ڪري:

جيئن پرچين تيئن پرچايان، جيئن ريجهين تيئن ريجهايان
تنهنجي در جو خادم آهيان، تنهنجي در جو نوڪر آهيان.

مئين پاپن کو تيرو سهارو، ڪرم ڪرو اب پار اتارو،
ستگر عبدالستار، پيا، پيا جي!!!

اسان جا حال فقيراڻا، قبوليندين ته خوش هوندين.
گذر آهن غريباڻا، قبوليندين ته خوش هوندين.

نه ڪا تقرير ۾ تيزي، نه ڪا تحرير ۾ شوخي!!!
اسان جا ٻول ٻاراڻا، قبوليندين ته خوش هوندين.

جيئن ته هي ڪتاب نه رڳو گهڻين ٻولين جو مجموعو آهي پر هن ڪتاب ۾ عشق جو مڪمل احوال، عاشق جي دل تي ٿيندڙ مختلف واردات، محبوبي حسن جا تجلات عقيدت جا احساس، نينهن جا نظارا، جهوڪ ميرانپور جون جهلڪيون، عجز عاجزيون، نياز نوڙتون، پريت پارتون ۽ شهيدن جي شهادتن جو گڏيل داستان آهي.

هي ڪتاب، تاريخ به آهي، ادب به آهي، نثر به آهي نظم به آهي شاعري جون صنفون به آهن ته مختلف گهاڙيٽا ۽ صنعتون به آهن. هي ڪتاب ادب جي ميدان ۾ هڪ بهترين گلدستي جي صورت ۾ آهي. جنهن ۾ رنگ برنگي گل آهن جن جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

شال ڪرم ٽالپر جي هيءَ محنت ۽ عجز عاجزيون ۽ دعائون مرشدن جي بارگاهه ۾ قبول پون. آمين.

خادم جلالي

ٽالپر وڏا

17-09-2015

# تصوف

تصوف بابت اسان ڪتابن ۾ به پڙهيو هوندو ۽ گهڻو ڪري روزانو، ٻڌون، سڻون به پيا پر ان بابت شايد اهو نه سوچيو هجي نه تصوف آهي ڇا؟ اڄ ته ان بابت تفصيل سان ڳالهايون.

تصوف: اُهو ضابطه اخلاق آهي جنهن تحت هڪ صُوفي پنهنجي زندگي گذاري ٿو.

تصوف جي معنىٰ آهي متصف ٿيڻ اخلاق اعلىٰ سان، يعني پاڻ کي سينگارڻ سُٺي ۽ اعلىٰ اخلاق سان. حضرت خواجه شيخ جنيد بغدادي رحه جو چوڻ آهي ته "اَلتَّصوفُ هُوَ تَصحِيحُ الخِيال" يعني تصوف، پنهنجي قلب کي بُراين ۽ خيالات غير الله کان پاڪ ڪرڻ کي چئبو آهي.

رسالو جواهر اولياء جو مصنف سائين قبله سيد محبوب علي شاهه صاحب لکي ٿو ته تصوف اهو علم آهي جنهنجي ذريعي هدايت نُور نبوت ۽ تعليم سرور ڪائنات ﷺ، حق سبحانهٗ تعالىٰ جي ذات، صِفات اسرار علم لُدني، وصل الله جا طريقا، جملي لوازمات سلوڪ، طريقت جا اصول، حقيقت ۽ معرفت جون رمزون بيان ڪيون ويون آهن.

هن علم جو مقصد آهي ڪامل انسان ٿيڻ، اخلاق الله سان مُتخلق ٿيڻ ۽ اوصاف الله سان پاڻ کي سينگارڻ آهي.

واضع هجي تہ الله پاڪ، حديث شريف، صحابہ ڪرام تابعين ۽ تبع تابعين جي ڪلام ۾ ڪُليئي عام ۽ اشارن سان هن حقيقي علم يعني تصوف جا اصول ۽ رمزون گهڻي تعداد ۾ موجود آهن. خيرالقرون ۾ هن جي تعليم ۽ تلقين گهڻائي سان هئي پر ان وقت تائين تصوف ۽ صوفي جهڙا لقب مشهور نہ هئا پر ان دؤر ۾، صحابي، تابعين ۽ تبع تابعين ڪان بهتر ڪو بہ خطاب ڪونہ هو بعد ۾ تصوف ۽ صوفيءَ جو لقب عام ٿيو.

صوفيءَ تي اهو نالو هڪ تہ علم تصوف جي ڪري پيو پر ان جا ڪجهہ ٻيا بہ سبب بيان ڪيا وڃن ٿا. جيئن تہ:

1. صُوفي لفظ صُوف مان ورتو ويو آهي. لُغت جي لحاظ ڪان صوف جي معنيٰ آهي گهٽي جي اُن. گذريل زماني ۾ اهل باطن هيناهين جي ڪري اُن جو گهرولباس پائيندا هئا تہ هڪ ڏيکاءُ نہ ٿئي ۽ نفس ۾ رياءُ پيدا نہ ٿئي ۽ جسم کي کهرو لباس، آرام پسند ٿيڻ ڪان بچائي.
2. تصوف جي معنيٰ آهي يَڪسُوء ٿيڻ ۽ منهن ڦيرائڻ يعني ماسوا الله ڪان منهن ڦيرڻ ۽ الله پاڪ جي طرف مُتوجہ ٿيڻ.
3. صوفي لُغت ۾ مُخلص جي معنيٰ ۾ بہ آيو آهي يا خالص غير الله ڪان پاڪ ماسوا الله ڪان بي پاڪ.
4. ڪي ماڻهو چون ٿا تہ صوفي صُوفہ سان منسُوب آهي. بني نضر ۽ اهل تجر مان هڪ قوم هئي جيڪا ايام جهالت ۾ ڪعبة الله ۽ الله جي خلق جي خدمت في سبيل الله ڪندي هئي.
5. ڪجهہ ماڻهن جو چوڻ آهي تہ صوفي صوفہ مان نڪتل آهي، مسجد نبوي ﷺ ۾ هڪ چبوترو هُيو جنهن ۾ حضور ڪريم ﷺ جن جا غريب ۽ مهاجرين صحابي رهندا هئا. جيڪي هجرت ڪري مديني شريف ۾ آيا ۽ انهن جي رهائش لاءِ صفہ کي مخصوص ڪيو ويو هئو ان ڪري اُهي اصحابِ صُفہ چوا ئيندا هئا. ڏينهن رات اُتي ئي رهندا هُئا ۽ جمال مصطفيٰ ﷺ جو ديدار ڪندا هُئا. صورت رسول الله ﷺ کي ڏسي جيئندا هُئا. انهن ۾ جيڪي باهوش هيا اُهي

جهنگ مان ڪاٺيون ڪري ايندا هئا ۽ وڪڻي، ڪارڪون خريد ڪري، بقدر غذا، سيني ۾ ورهائيندا هُئا ۽ نبي ڪريم ﷺ ڪان، مختلف علوم حاصل ڪندا هئا. حضرت ابو هريره ﷺ فرمائي ٿو ته مون ستر اهل صفه کي ڏٺو جيڪي هڪ چادر ۾ نماز پڙهندا هئا ۽ نبي پاڪ ﷺ انهن کي بشارت ڏني هئي ته اوهان جنت ۾ مون سان گڏ هوندا. معتبر روايات آهن ته جنهن وقت حضرت موسىٰ عليه السلام الله پاڪ سان هم ڪلام ٿيو ان وقت کيس صُوف جو لباس پاتل هو.

6. ڪجهه ماڻهو چون ٿا ته صوفيه پراڻي لباس کي چيو وڃي ٿو جيڪو گهڻو پراڻو ۽ بيڪار ٿي ويو هجي. صوفي ان ڦاٽل ٽٽل ڪپڙي کي ڳنڍي، نفس جي نفي ۽ قناعت جي ڪري سَتر پوشي ڪندا هئا. اهو ان لاءِ نه هوندو هو ته ان کي ڪو خاص لباس چيو وڃي پر سندن مقصد هوندو هو ته نفس ڪُشي ٿئي ۽ دنيا جي زينت ترڪ ٿي وڃي.

7. اهلِ حق جي اصلاح ۾ صوفي اهو آهي جنهن منجُمله اوصاف باطني جي پنهنجي خيال کي صحيح ۽ دل کي غير حق ڪان صاف ڪيو. قلب کي خواهش نفساني ڪان پاڪ ڪيو ۽ سچن جي مرتبي ۽ حقيقت کي ڄاتو. علوم دِين جي تحصيل ڪانپوءِ دين جي علم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ دين جي بجا آوري ۽ براين ڪان پري رهڻ ۽ رکڻ ۾ مصروف رهيو. صوفي اهو آهي جنهن جي قلب صاف، زبان سچي، اکيون آليون، دل خدا جي محبت سان لبريز، انجو نبي ڪريم ﷺ سان صحيح رابطو هُجي، واعدي جو سچو، خلائق کي معاف ڪرڻ وارو ۽ سيني خدا جي بندن سان محبت ڪرڻ وارو، وڏائي، تڪبر، حسد ۽ حُب دنيا ڪان پري هجي. خودپسند، ٻين ڪان بدگمان ۽ بخيل نه هجي.خلق جي فائدي کي مد نظر رکي، ضعيفن جي مدد ڪري، پنهنجن ننڍن تي شفقت ڪري، راحت ۾ شڪر، مصيبت ۾ صبر ڪري ۽ نفس تي جبر ڪري.

صحابہ ۽ تابعين جي وقت ۾ علم تصوف ثابت آهي تہ ان وقت صحابہ ڪرام رضي الله عنهم محقق هئا ليڪن ان دؤر ۾ ڪوئي صوفي نہ سڏائيندو هو. صحابہ ڪرام رضوان الله تعالىٰ عليهم اجمعين مان ڪجهہ تہ علم شريعت جي خدمت ۾ مصروف رهندا هئا ۽ ڪجهہ هن علم باطن جي تحقيق ۽ تعليم ۾ مصروف رهندا هئا. اِها خدمت خاص طرح سان خلفائي راشدين ؓ ادا ڪندا هئا. خصوصًا مولائي ڪائنات حضرت علي ڪرم الله وجهٗ، حضرت حذيفہ بن اليمان، حضرت سلمان فارسي، حضرت عبدالله بن مسعود، حضرت عبدالله بن عباس، حضرت ابو هُريره، حضرت انس بن مالڪ رضي الله تعالىٰ عنهما.

تابعين جي زماني ۾ تصوف جو پرچار ڪرڻ وارن ۾، امام زين العابدين عليہ السلام، امام محمد باقر عليہ السلام، امام محمدؒ بن حنيفہ، ڪُميل بن زياد، حضرت حسن بصري ﷺ. ٽئين زماني يعني تبع تابعين جي زماني ۾ امام جعفر صادق عليہ السلام، امام موسىٰ ڪاظم عليہ السلام، آئمہ اهلبيت، حضرت سفيان ثوري، حضرت مالڪ بن دينار، محمدؒ بن سماڪ، حبيب عجمي، شيبان راعي، دائود طائي رحمة الله عليهم. انهن کانپوءِ حضر با يزيد بُسطامي، ابو محمدؒ سُهيل تستري، حارث بن اسد مجاسي، بشر حافي، ابو حفص حداد، سليمان داراني، سِري سقطي، جنيد بغدادي، شيخ شبلي رحمة الله، شيخ عبدالقادر جيلاني، قلب رباني، محبوب سبحاني، غوث صمداني ﷺ هيو.

تبع تابين کانپوءِ مختلف فرقا ظهور ۾ آيا. انواع ۽ اقسام جون بِدعتون شروع ٿي ويون. هر فريق زُهد جي نئين صورت ايجاد ڪئي ۽ اختيار ڪئي. جاهل ماڻهن ۾ اڪثر ماڻهو طالب دنيا عزت ۽ دولت جا طالب ٿيا. ان وقت اِهل سُنت والجماعت جا خاص ماڻهو جيڪي پاڻکي غفلت ۽ بدعت کان بچائيندا رهيا انهن پنهنجو کو بہ دم ياد اِلٰهي کان غافل نہ رکيو. اهي ئي صوفي، فقير ۽ درويش جي نالي سان مشهور ٿيا. اِنهن ئي اهل تصوف وارن جي باري ۾ حضور ڪريم محمد مصطفىٰ ﷺ فرمايو آهي تہ:

"مِن اراد اَن يُجلِسُ مَعَ الله فليَجلِسُ مع اهل التصوف"

يعني جيڪو الله سان مجلس جو ارادو ڪري، انکي ڪپي تہ اهل تصوف وارن سان ويهي. مولنا رومي ؒ فرمايو آهي تہ:

هر ڪہ خواهد گر نشيند با خدا،

او نشيند در حضورِ اوليا۔

اهي سڀ حقيقتون چو وجود ۾ آيون اچو تہ انهن جو جائزو وٺون. الله ڪريم رُوحن کي تخليق فرمايو. حديث قُدسي ۾ ان جو ذڪر اچي ٿو تہ: "ڪُنتُ ڪنزًا مَخفِيًا ، فَاَحبَبتَ ان عرف"

يعني مان ڳجهو خزانو هيس پوءِ مونکي مُحبت پيدا ٿي تہ ڄاتو سڃاتو وڃان انڪري روح خلقيم ۽ دنيا ٺاهيم. رب العٰلمين رُوحن کي گڏ ڪري ڪائنن پُڇيو تہ "اَلَستُ بِرَبِّڪُمَ"؟ يعني ڇا مان توهان جو رب آهيان؟ روحن جواب ڏنو هائو. شاهہ ڀٽائي رحمة الله ان بابت فرمائي ٿو تہ:

اول الله عليم، اعلىٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهہ قديم،
والي واحد وحدہٗ، رازق رب رحيم،
سو ساراهہ سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جي.

جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهن جوڙيائين،
خاوند خاص خلقي، محمدؐ مُڪائين،
ڪلمو تنهن ڪريم تي، چئو چايائين،
انا مولاڪ، وانت محبوبي ائين اُتائين،
لکي ڏنائين، ٻئي سرا ٺون سيّد کي.

الله پاڪ جي، روحن کي گڏ ڪرڻ ۽ سوال جواب واري واقعي کي شاهه سائين هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو ته

"الستُ بِرَبِّڪُمۡ" جڏهين ڪَن پيو،
قالو بليٰ قلب سين، تڏهين تتَ چيوم،
تنهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين.

الله پاڪ روحن کي فرمايو ته اوهين جيڪو منهنجي ربوبيت جو اقرار ڪيو آ ان تي پڪا رهجو ڇو ته مان توهان کي آزمائيندس ان مطابق اوهانکي اجُر ڏيندس ۽ اوهان جا درجا مقرر ڪندس. رَب العٰلمين فرمايو ته: "**وَلَنَبۡلُونکم بشيءِ، مِن الخوفِ وَالجُوعِ، وَالنقص مِنَ الاَمۡوالِ وَالاَنفُسِ وَالثَمَراتِ، وَبشر الصابرين الذين، اذا اصابتهمۡ مُصيبةٌ، قالو انا لِلهِ وَاِنا اِلَيۡهِ رَاجِعُون**"

يعني مان توهان کي آزمائيندس خوف سان، بک سان، مال ۽ گهٽتائي سان، توهانجي نفس سان ۽ ميون ۾ گهٽتائي سان، پوءِ جيڪي صبر ڪرڻ وارا بندا هوندا اُهي چوندا ته اسان الله جا آهيون ۽ موٽي الله ڏانهن وڃڻو آهي.

روحن پيدا ٿيڻ کانپوءِ رب العٰلمين جي بارگاهه الاهي ۾ عرض ڪيو ته يا رب، اسان کي ڪهڙي مقصد لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي؟ رب العٰلمين فرمايو ته:

"**وَمَاخَلَقتُ الجِنَ وَالاِنسَ اِلاَ لِيَعۡبُدُوۡن**"

يعني جنت ۾ انسانن کي مون عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي. عبادت تمام وسيع مفهوم وارو ڪم آهي انجي وضاحت لاءِ ٻه ٻچ وقت گهرجي پر في الحال موضوع طرف اچون ٿا. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کان پڇيو ويو ته سائين عبادت ڪيئن ڪريون؟ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو الله کي ڏسي عبادت ڪريو عرض ڪيو ويو ته جيڪڏهن ايتري سگهه نه هجي ته پوءِ ڇا ڪجي؟ حڪم ڏنو ويو ته پوءِ ائين سمجهو ته الله اسان

عرض ڪيو ويو ته الله پاڪ ڪي ڪٿي ڳولجي؟ ڪي ڏسي رهيو آهي. قرآن ۽ حديث جي ذريعي ان جي وضاحت ڪئي وئي.

1. ڪلام پاڪ ۾ فرمايو ويو ته:

"وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ"

يعني مان توهانکي توهانجي ساهه واري رڳ کان به ويجهو آهيان. ٻئي هنڌ فرمايو ويو ته:

2. "وَاِذا سَالَکَ عبادي اَنِي فَاِنِي قَرِيْب اُجِيْبُ دعوة الدَّاعِ فَاِذا دَعَانِ فليستجبُولي"

يعني منهنجا ٻندا منهنجي باري ۾ پڇن تا، انهن کي چئو ته مان تمام ويجهو آهيان. اهي جيڪي دعا گهرن تا مان اُها دعا ٻڌان ٿو ۽ قبول به ڪريان ٿو. هتي ٿوري وضاحت جي گهرج آهي، هڪ دعا ڏاڍيان گهربي آهي ۽ ٻي دعا ارادي سان گهربي آهي. الله پاڪ ٻين لفظن ۾ اسانکي ارادي کان وڌيڪ ويجهو آهي.

3. الله پاڪ فرمايو "وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ" يعني توهان ڪٿي به هجو الله پاڪ توهان سان گڏ آهي.

4. "فَاَيْنَمَا تُوَلُّوْا فَثَمَّ وَجَهُ اللهِ" يعني جيڏانهن پي ڏسو الله پاڪ جو ظهور آهي.

5. نبي ڪريم ﷺ فرمايو "قلب مومن عرش الله" يعني مومن جي دل الله پاڪ جو عرش آهي.

6. "قَلْبُ الْاِنْسَانِ بَيْتُ الرَّحْمٰنِ" يعني انسان جي دل الله جو گهر آهي. ٻين لفظن ۾ اصلي ڪعبو دل آهي.

7. الله پاڪ فرمايو "وَفِيْ اَنْفُسِكُمْ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ" يعني الله پاڪ فرمايو ته مان توهان جي اندر ۾ موجود آهيان پوءِ توهان مونکي ڇو نٿا ڏسو.

8. "اِنَّ اللهَ خَلَقَ الادم عَلٰى صُوْرَتِهٖ" يعني الله پاڪ آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو.

9. "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ" جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو.

10 "اَلاِنسَان سِرِّي وَاَنَا سِرُّہٗ" يعني انسان منهنجو ڳجهہ آهي. مان انسان جو ڳجهہ آهيان.

قرآن ۽ حديث مان واضع ٿيو تہ الله پاڪ انسان کان پري ڪونهي بلڪِ قلب ۾ موجود آهي. درويش بہ ان بابت ٻڌايو آهي. مولٰنا رومي ؒ فرمائي ٿو تہ:

گر نہ بُودي ذات حق اندر وجود
آب وِگل راکے کُند ملکِ سجود.

يعني جيڪڏهن ذات حق جي آدم جي وجود ۾ سمايل نہ هجي ها تہ مٽي ۽ پاڻيءَ کي ملائڪ ڇا ڪاڻ سجدو ڪن ها!

شاهہ لطيف سائين فرمائي ٿو تہ:

وڃين ڇو وڻڪار، هِت نہ ڳولين هوت کي،
لِڪو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار،
ٿِيءُ سَتي ٻَڌ سندرو، پرت پنهونءَ سين پار،
نائي نيڻ نهار تہ تو ۾ ديرو دوست جو.
ووڙيم سڀ وٿاڻ، يار ڪارڻ جت جي،
"اَلله بِڪُلِ شَيءِ مُحِيطٌ" اي آرياڻي اهڃاڻ،
سڀ ۾ پنهون پاڻ، ٻيو ناهہ ٻروچ ري.

سچل سائين فرمائي ٿو تہ:
ڪير نچائي، ڪير کُڏائي شاهہ بنا دلدل،
ملڪن ٿي سجدا ڪيا، واهہ مِٽي تنهنجو ملهہ،
تون تہ اُهوئي ساڳيو آهين، ڀول نہ ٻئي ڪنهن ڀُل.

روحل سائين فرمائي ٿو تہ:
جي صحيح سڃاڻين پاڻ تہ آهين قيمت سندو قطرو،
پري نهارڻ پرکي، سندو ڇٽن ڇاڻ،

كوري كڏهن قلب مان، مدائيءَ جو ماڻ،
آهي تو ئي ساڻ، رات ڏينهان روحل چوي.

مُراد سائين چوي ٿو ته:
وحدت جي وجود، آهي ڪعبو ڪوڏيو تن جو،
چاڪي ڪن سُجود، جي پاڻ مراد مڪو ٿيا.

بيدل سائين چوي ٿو ته:
ہر صورت دے وچ یار آیا،
کر سٹھل سو سینگار آیا۔

خواجه غلام فريد سائين چوي ٿو ته:
ڪنهن ڪون لا مڪان پئي ڏسندي هو.
تسان هر دل دي وچ وسدي هو.

فقير سائين جانڻ چن چوي ٿو ته:

اِهو ڍنگ رکي آيو ڍول،
ڏسان ته هتي مونکي ڪير ٿو سجاڻي.

خوش خير محمد سائين چوي ٿو ته:

تئڏي حق دي نال حياتي هي،
اهو روح جسم وچ ذاتي هي.

ڪبير ڀڳت صاحب چوي ٿو ته:

ڪبير سچا سڪٽا ڪوئي نهين، سڀ ڪي گهٽ هي لال،
پرمُورک گانٺ کولي نهين، ڪرمي پيو ڪنگال.

بابا گرو نانڪ صاحب چوي ٿو تہ:

سب گهٽ مورا سانئيا، خالي گهٽ نا ڪوءِ،
مئين ٻلهاري اُس گهٽ ڪي، جس گهٽ سِے پرگهٽ هوءِ.

تقريبًا سڀئي فقير درويش اهو ئي ڏس ڏين ٿا تہ الله پاڪ تنهنجو تو وٽ ئي آهي انکي ٻئي پاسي ڳولڻ جي ضرورت ڪانهي، پر ان ذات بابرڪات کي سڃاڻڻ لاءِ تزڪيہ نفس، تصفيہ قلب ۽ تنقيہ دماغ جي ضرورت آهي. الله پاڪ فرمايو آهي تہ:

"اللّٰہُ نُور السَّمٰوٰتِ والارض" يعني الله پاڪ آسمانن ۽ زمين جو نور آهي. ان نور جي ديدار لاءِ مجاهدي جي ضرورت آهي جيڪو مرشد جي مدد ۽ رهنمائي ڪانسواءِ ناممڪن آهي. تنهن ڪري مرشد وٺڻ لازمي آهي. نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

**"مَنْ لَاْ شيخ لَہٗ لا دينَ لَہٗ وَمَنْ لَاْ دينَ لَہٗ لا عِرْفانَ لَہٗ وَمَنْ لَاْ عِرْفانَ لَہٗ لا حِزْبَ لَہٗ وَمَنْ لَاْ حِزْبَ لَہٗ لا أنَسَ لَہٗ وَمَنْ لَاْ أنَسَ لَہٗ لا مولیٰ لَہٗ "**
يعني بي مرشد بي دين هوندو آهي بي دين معرفت الهي کان اڻڄاڻ هوندو آهي. جيڪو معرفت الهي کان ڪورو هجي انجو ڪنهن صحيح جماعت يعني فقراءَ سان تعلق نہ هوندو آهي. جنهن جو ڪنهن صحيح جماعت سان تعلق نہ هُجي ان جو ڪوئي همدرد ۽ غم خوار نہ هوندو آهي. جنهن جو ڪوئي مونس ۽ غمخوار نہ هجي انجو ڪوئي مولا نہ هوندو آهي. مرشد مريد کي ذڪر اسم ربي عطا ڪندو آهي. تصوف ۽ ترقيءَ جي لاءِ چار ذڪر آهن جيڪي چئن سلسلن سان منسوب آهن اهي سلسلا ۽ ذڪر هن طرح آهن.

| | | |
|---|---|---|
| 1. سلسلو قادري | ذڪر | لاالہٰ اِلاَّ الله |
| 2. سلسلو چشتي | ذڪر | اِلاَّ الله |
| 3. سلسلو نقشبندي | ذڪر | اللهُ |
| 4. سلسلو سهروردي | ذڪر | هُوَ |

مرشد جي ذڪر ڏسڻ ڪانپوءِ مريد محنت سان چار منزلون طئي ڪندو آهي جيڪي آهن شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت انهن منزلن طئي ڪرڻ جو طريقو آهي فنافي الشيخ، فنافي الرسول، فنافي الله ۽ بقا با الله.

ذڪر لاءِ دل کي ذاڪر بنائڻ لاءِ ڇهه حصا جسم جا ڪتب آڻبا آهن جنکي لطيفا سڏيو ويندو آهي. اهي ڇهه لطيفا هن طرح آهن ۽ انهن جا نالا به هن طرح آهن.

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | ڌُن | نفسي | هتان ذڪر شروع ڪبو آهي. |
| 2. | دل | قلبي | ذڪر جي ضرب هتي هڻبي آهي. |
| 3. | ڪپوبُبو | ...ري | ذڪر جي ٻي منزل آهي. |
| 4. | فم معده | سِري | ذڪر جو دروازو آهي. |
| 5. | پيشاني | خفيٰ | ذڪر هتان ڪان مٿي لطيفي ڏانهن موڪلبو آهي. |
| 6. | تارون | اخفيٰ | هتان ذڪر ٻاهر ڪڍبو آهي. |

ٻين لفظن ۾ هنن لطيفن جا نالا مختلف مقامن مختلف مقامن جي نالن تي رکيل آهن جيئن ته ناسُوت، ملڪوت، جبروت، لاهوت، هاهُوت، ٻاهُوت. فقيرن جو دل کي ذاڪر بڻائڻ جو مقصد اهو هوندو آهي ته ٻين عضون کي ننڊ يا آرام وقت به بي خبري ۽ ننڊ هوندي آهي پر دل هلندي ۽ جاڳندي رهندي آهي. ان ڪري جيڪڏهن دل ذاڪر ٿي پوندي ته هر دم ذڪر جاري رهندو ۽ ڪو به دل ذڪر ڪان خالي نه هوندو جيئن درويشن صوفين جو چوڻ آهي ته جو دم غافل سو دم ڪافر ايئين نه ٿيندو ۽ ڪو به دم غافل نه ٿيندو جيئن شاهه ڀٽائيؒ سائين فرمائي ٿو ته:

تن تسبيح، من مڻيو، دل دنبورو جن،
تندون جي طلب جون، وحدت سُرو ڇن،

وحدهٗ لاشريڪ لهٗ، اهو راڳ رڱن،
اهي سُتائي سونهن، ننڊ عبادت تن جي.

سچل سائين به ان مامري ۾ پنهنجي شعر ۾ چوي ٿو ته:

جاڳڻ آهي جنجال، ننڊ ته نازُ پرينءَ جو،
صحي ڪيوسين سچيڏنو چوي، هاديءَ سندو حال،
جي خاصو رکين خيال ته، سمهڻ مان ٿي سُتي پوئي.

ڪن جو خيال آهي ته صوفي لا مذهب هوندا آهن ايئين هر گز ناهي. اهي سڀ بُهتان ۽ الزام آهن. اوهان تصوف جي چئني سلسلن جي شجرن ڪي ڏسندا ته سمورا صوفي تقريبًا قرآن پاڪ جا حافظ علم جا فارغ التحصيل ۽ وڏا صاحب شريعت رهيا آهن. مولنا روميؒ فرمائي ٿو ته:

خِلاف پيغمبر ڪسي ره گُزيد،
ڪه هر گز به منزل نه خواهد رسيد.

يعني جيڪو رسول ڪريم ﷺ جي ابتڙ هليو اهو ڪڏهن به منزل تي نه رسندو.

شاه ڀٽائيءَ سائين به اهو ئي رستو ٻڌائي ٿو ته جڏهن انسان هن دنيا ۾ آيو آهي ته سندس ڪوڙ سارا ويري آهن. جيئن عناصري پڃري ۾ بند آهن نفس به گڏ اٿس ۽ شيطان به ڪليل دشمن اٿس، سڄو دنياوي ماحول به گندگي سان آلوده آهي جيئن رسول ڪرين ﷺ جن

جون ڪجهه حديثون به دنياوي مذمت ۾ آيون آهن. جيئن:

اَلدُنيا دار المِحَنَ، يعني دنيا ڏک جو گهر آهي.
الدُنيا سِجَنِ المُوءمِنِينَ، يعني دنيا مومنن لاءِ قيد خانو آهي.
الدُنيا جِيَفَةٌ وَ طَالِبُهَا ڪلاب، يعني دنيا ڍوند آهي ۽ اُنجا طالب ڪُتا آهن. شاه سائين به انهن مشڪلاتن جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته:

مونکي مون پرين، پڌي وڏو ٻار ۾،
اپار ايئين چون، متان پاند پسائين

شاهه سائين هن دنيا کي کوهه جو مثال ڏيندي انسان کي ٻڌل حالت ۾ اچڻ جو ذکر کيو آهي ۽ پاند پسائڻ يعني دنيا ۾ ملوث ٿيڻ کان منع کيو آهي. اڳتي هلي چوي ٿو ته:

پئي جا پاتار، کيئن پُسڻ کان پالهِي رَهي،
سالڪ مون سيکار، پهه انهيءَ کو پاند جو.

وري پاڻ ئي صوفين وارا سبق ڏيندي چوي ٿو ته:

کر طريقت تکيو، شريعت سڃاڻ،
هنيون حقيقت هير تون، ماڳ معرفت ماڻ،
هوءِ ثابوتي ساڻ، ته پُسڻان پالهو رهين.

ساري سِک سبق، شريعت سندو سِهٽي،
طريقتان تکو وهي، حقيقت جو حق،
معرفت مَرڪ، اصل عاشقن کي.

هڪڙا ماڻهو صوفن جي پوش ۾ ٺڳ آهن جيڪي، دنياوي مان مرتبي ۽ مال دولت جا طالب آهن ۽ ڏوکي ٺڳيءَ سان ماڻهن کي منجهائي مريد کن ٿا ۽ کڏهن انهن جو کوڙ ظاهر ٿي پوي ٿو تنهنکري عام ماڻهو صوفين فقيرن ۽ درويشن کي کوڙو سمجهي کانئن نفرت کن ٿا. اهڙن کُوڙن ۽ ٺڳن ماڻهن کان درويش پاڻ بچائڻ جو حکم ڏين ٿا ۽ صحيح صوفي جي سڃاڻ ٻڌائن ٿا. شاهه سائين فرمائي ٿو ته:

ڏِني ڏکويا، اڻ ڏني راضي ٿيا،
صوفي سي ٿيا، جو کين کنيائون پاڻ سين.

..................

صوفي صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو،
تِهان پوءِ ٿيو، هنڪي جيئري پسڻ پرين جو.

..............

گَندِي ۽ گراهہ، جنهين سامي سانڍيو،
انهيءَ ڪان الله، اجان اڳانهون ٿيو.

شاهہ سائين فرمائي ٿو تہ اهڙا ننگ ماڻهو جيڪي دنيوي محبت اندر ۾ سانڍيون فقيريءَ جون دعائون پيا ڪن اهي فقير تہ بنهہ ناهن پر مسلمان ئي ناهن يعني سندن ايمان ئي مڪمل ڪونهي.

اِن پر نہ ايمان، جيئن ڪلمي گو ڪوٺائين،
دغا تنهنجي دل ۾ شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهئين!

درويش رياڪاري ۽ ڏيکاءُ واري عبادت ۽ مجاهدي کي بہ ننديو آهي.

بابا بُلي شاهہ سائين فرمائي ٿو تہ:

تسبيح پڙهين مڪاران والي، ڏاڙهي ڪيتئي چِٽي،
مال پرايا ايوين ڪاڏوئي، جيوين ترڪاري لڳدي مِٺي
نان تون وڙيون مندر مسيتي نان قبر انداري ڏٺي،
خبر تڏان پوسئي بليا، جڏان منهن تے آوسئي مِٽي

.....................

راتين جاڳين، شيخ سڏاوين، راتين، جاڳن ڪتي، تئين ڪنون اُتي،
يونڪڻ تون بس مُور نہ هوندي، رُوڙي جاڪي سُتي، تئين ڪنون اُتي،
مالڪ دا در چوڙ نہ ويندي، جي سوسو پوون جُتي، تئين ڪنون اُتي،
چل بُليا يار منائي، نهين تي بازي لي گئي ڪُتي، تئين ڪنون اُتي.

هڪڙا ڀنگي، چرسي، آفيمي، شرابي، ٻي دين ماڻهو به ڀيا پاڻ کي صوفي سڏائين پر سلطان باهُو سائين اهڙن ماڻهن کي ننديندي چوي ٿو ته:

نهين فقيري ڀنگان پيوڻ، اُچي اُچي ناد وڄاوڻ هُو،
نهين فقيري در در منگڻ، اپڻا آپ لڄاوڻ هُو،
نهين فقيري ڪانيان مارڻ، ساري لوڪ هيساوڻ هُو،
نهين فقيري وهنديان ننديان، سُڪيان پار لنگهاڻ هُو،
صحي فقيري باهُو سائين، دل وچ دوست وساوڻ هُو.

صوفيءَ لاءِ، تصوف جي سلسلن ۾ يا ڪنهن به ڪتاب ۾ ڪو مخصوص لباس تجويز ڪونه ڪيو ويو آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ خاص طرح سان ويدانت جي طريقي مطابق، گيڙو ڪپڙا پاتا وڃن ٿا. اصل ۾ سادو ۽ صاف لباس صوفي لاءِ مناسب آهي. جنهن ۾ ڪنهن به قسم جو ڏيکاءُ نه هجي ۽ نه ئي آرام ده هجي.

صوفيءَ کي اسوه رسول ﷺ جو نمونو هجڻ گهرجي. آخر ۾ صوفيءَ جي لباس ۾ پاڻ لڪائڻ وارن لاءِ، حضرت سليمان نبي عليه السّلام جي وقت جو هڪ قصو بيان ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. چون ٿا ته ڪنهن ڳيري پکيءَ جي ٻچن باز ڪيس مارڻ لاءِ ڪاهي پيا، ڳيري کي پنهنجي بچاءُ جي ڪا به واهه نظر نه آئي هيٺ نهاريائين ته ڪيس درويشي لباس ۾ هڪ شخص ويٺل نظر آيو، ڳيري اڏامي وڃي ان شخص جي ڪپڙن ۾ پاڻ لڪايو، ان شخص ڏٺو ته ڳيرو بازن جي پٺو کان آيو آهي، باز هليا ويا ته ڳيرو به اڏامي ويندو. اِهو سوچي هن پنهنجي لٺ ڪٽي ڳيري کي هنئي ته يا ته مري پوي يا اڏامڻ کان معذور ٿي وڃي. سو ڳيري جي هڪڙي ڪانيڻي ڀڄي پئي، اها دانهن حضرت سليمان نبي عليه السّلام وٽ پهتي. حضرت سليمان عليه السّلام ڏرين ڪي، پاڻ وٽ گهرائي ڳالهيون ٻڌيون جنهن ۾ درويشي لباس وارو شخص ڏوهي ثابت ٿيو، نبي حضرت سليمان عليه السّلام ان شخص جي، ڳيري جي ڪانيڻيءَ عيوض، ٻانهن ڀڃڻ جو حڪم ڏنو ته اتي ڳيري دانهن ڪئي ته سائين هن شخص جون عادتون ٻانهن ڀڃڻ ڪانپوءِ به ڪونه سُڌرنديون،

تنهن ڪري هي وري بہ اهڙا بُرا ڪم ڪندو رهندو تنهن ڪري بهتر آهي تہ اِنهيءَ شخص ڪان سندس لباس ڪسي وٺو تہ اڳتي لاءِ ڪو بہ ڏوڪو نہ ڪائي.

اهڙن ماڻهن، جن کي مان، مرتبي ۽ مال متاع جو حرص آهي ماڻهن سان ڏوڪا ڪري، ڪين تصوف ۽ سچن صوفين ڪان بدظن ڪري ڇڏيو آهي. ٻيا اُهي ماڻهو جيڪي صوفين کي لا مذهب چئي پاڻ کي، شريعت ڪان آجو ٿا چون ۽ هر قسم جو نشو پنهنجي لاءِ حلال ۽ جائز سمجهن ٿا. اهڙا ماڻهو نہ رڳو پاڻ بہ منجهيل ۽ ڀليل آهن پر ٻين ماڻهن کي بہ منجهائين ۽ ڀُلائين ٿا.

حقيقت ۾ دنيا بُري ۽ بي ثبات آهي ان ۾ ايسين تائين رهڻو بہ آهي جيسين تائين حياتي آهي تہ پوءِ بنا مقصد ۽ مطلب جي، ڏڪا ڏوڙا سهي وقت پورو ڪرڻ تہ جانورن واري زندگي آهي چو تہ کائڻ، پيئڻ، آرام ڪرڻ، نسل پيدا ڪرڻ، وڙهڻ ۽ حسد رکڻ تہ جانورن جو ڪم آهي تنهن هوندي بہ جانور تہ پاڻ تي مقرر ڪيل ڪم سهڻي نموني سر انجام ڏين ٿا. هرڦار، نار، گهاڻا ۽ گاڏا گيڙڻ، وزن کڻڻ، سواريون ڊوڙڻ، کير ڏيڻ ۽ ٻچا پيدا ڪرڻ، ضرورت وقت جان ڏيئي پنهنجو گوشت بہ انسان کي ارپڻ اهو ڪم تہ جانور بہ ڪن ٿا پر انسان جيڪو اشرف المخلوقات ۽ الله پاڪ جو خليفو آهي ڇا هُو بنا مقصد جي پيدا ڪيو ويو آهي گمراهہ رهڻ ۽ گمراهہ ڪرڻ لاءِ آهي؟ هر گز نہ! انسان مسجود ملائڪ آهي. الله پاڪ ڪان ٻئي درجي تي هنجو رتبو ۽ عزت آهي. ڇا هُو گند جي ڍير ۾ رهي ٿنبڻ وانگر وقت گذارڻ تي راضي هجڻ گهرجي.

ڪجهہ ماڻهن الله وارن جون ڪرامتون ايتريون وڌائي بيان ڪيون آهن يا بيان ڪن ٿا جن کي عقل نٿو مڃي ۽ عام ماڻهو انهن ڳالهين ڪان بيزار ٿي پوي ٿو يا ڪائنات جي وسعت، ان جي عالمن جو شمار، انهن ۾ مُقيم ارواح جو حساب، انهن جي نظام جو حال ڪائنات جي مالڪ ۽ حڪمران جو شان شوڪت، حشمت ۽ عظمت جو بيان ٻڌندي ئي، هر سمجهدار انسان جو هوش اڏامي وڃي ٿو. هو سوچي ٿو تہ مان ڇا ۽ منهنجي مجال ڇا! ڪل ڪائنات جي مقابلي ۾ هي نظام

شمسي هڪ ترجي داڻي کان به گهٽ حيثيت رکي ٿو ۽ نظام شمسي تمام عالمن جي مقابلي ۾ هي زمين هڪ رائي جي دائي کان به ننڍي آهي. روءِ زمين تي جيترا ذي روح موجود آهن انهن جي مقابلي ۾ شمار ۾ انسان تمام ٿورڙا آهن ۽ اُنهن حقير انسانن مان، مان رڳو هڪ آهيان پنج فوٽ ست انچ ڏکهو، گوشت، پوست ۽ هڏين جي قالب ۾ قيمي طعام ۽ ڪلام جو طالب. پيشاب ۽ پائخانو هر وقت پيٽ ۾ پري ڦرندو وتان، زمين سان ٻڌل، هوا جي دٻاءُ کان دٻيل، قوانين قدرت جو پابند خواهشات جو غلام بي پر جو پکي، محض اک، نڪ ۽ ڪن وغيره جي قوت ۾ قابو پنهنجي محدود عقل جي مدد سان ڇا ٿو ڪري سگهان، مان ته ڪجهه به نه آهيان، مونکي ته پاڻ تي رلي وجهي، چپ چاپ هڪ ڪنڊ ۾ سمهي پوڻ گهرجي.

پاڻ سڃاڻڻ، باطن جو سير، روح جو ديدار، سچي نجات، لازوال، سرُور ۽ خوشي، لاثاني زندگي هي سڀ اهڙيون ڳالهيون آهن جن جي، ڳالهه ڪرڻ منهنجي لاءِ سگهي ڪُني، گهڻو اُيامي واري ڳالهه آهي، ذات باري جي مقابلي ۾، نه ڪنهن هڪڙي عالم جي والي جي مقابلي ۾، حتاڪ، سج ۽ چنڊ جي مقابلي ۾ منهنجي حيثيت هڪ مڇر يا پُسو کان زياده ناهي.

مونکي هن قيد خاني ۾ رکڻ وارين قوتن تي، ڪڏهن به فتح حاصل نٿي ٿي سگهي، مونکي ڪڏهن به ڪن، نڪ ۽ اک وغيره جي حد کان ٻاهر وارو علم حاصل نٿو ٿي سگهي. مان ته قيد ۾ پيدا ٿيس قيد ۾ پَليس ۽ وڏو ٿيس ۽ قيد ۾ ئي مرندس.

پر تصوف، اهڙي مرده دل، ڏکويل ۽ پريشان حال انسان کي فرحت واري خوشخبري ۽ خوشيءَ جي ڄاڻ، ڏئي ٿو ته اي نادان تون اهڙو بي حيثيت ۽ بد نصيب ناهين، اول تون پنهنجي حقيقت ٻُڌي دڄ پوءِ ڪا راءِ قائم ڪجان. تون اُنهي ذات جي جوهر جو هڪ ذرو آهين جنهن جي صفات ۽ پيدا ڪرڻ جو حال ٻڌي تون ايڏو مايوس ٿي ويو آهين، تنهنجي قدرت تنهنجي قابليت ۽ تنهنجي بزرگي به بي پايان آهي جيتوڻيڪ تنهنجو جسم محدود آهي، گوشت، کل ۽ هڏا تنهنجو لباس

مگر تون انهن کان جُدا هڪ جوهر آهين. تون نہ زمين سان ٻڌل آهين نہ هوا کان ڌپيل آهين، خواهشات جو غلام تنهنجو نفس آهي بنا وار ۽ پرجو جانور تنهنجو نفس آهي. تون درحقيقت روحانيت جو مجسم آهين، سرود عشق مصور آهين. تنهنجي قدرت جو ڪو آند ۽ پاند ڪونهي ڪو. تنهنجو علم بي حد آهي. آفتاب ۽ ماهتاب تہ ڇا، ڪل مادي ڪائنات جي تنهنجي اڳيان ڪا بہ حيثيت ڪانهي. تون تہ اُن ذات باريءَ جو هڪ شعاع آهين. جيڪي وصفون سج جون اهي هڪ شعاع جون. هينئر توکي پنهنجي اصلي بناوت جي خبر ڪانهي. بادشاهہ جو پُٽ ڀيل جي گهر ۾ پلجي، پاڻ کي ڀيل سمجهڻ لڳو هو، شينهن جو ٻچڙو ٻڪرين سان رهي پاڻ کي ٻڪري سمجهڻ لڳو هو. اُٿ، اک، نڪ ۽ ڪن بند ڪر ۽ ڇڏي ڏي، چشم باطن کي کول، پنهنجي طاقت ۽ پنهنجي ڏاڏي، خليفة الله جي طاقت جو جلوو ڏس ۽ رسول الله ﷺ جو دامن پڪڙ ۽ قدم وڌائي وڃ، پنهنجي اصلي وطن پهچي، پنهنجي آبائي بزرگيءَ جو لطف حاصل ڪر.

سچل سرمستؒ فرمايو آهي تہ:

ڪڏهن من ماڪوڙي، ڪڏهين ڪيهر شينهن،
سچل سارو ڏينهن، هنئون حال نہ هڪڙو!

موسم ماحول ۽ وقت جي گردش انسان تي اثر انداز ٿئي ٿي تنهنڪري انسان هر وقت مختلف ڪيفيتن مان گذرندو رهي ٿو. خوشي، غم، ڪاوڙ، ڏپ، ريس ۽ ٻين خواهشن جو اثر هنتي ٿئي ٿو جنهن ۾ ڪڏهن هو پاڻکي ڪمزو ۽ هيڻو، ڪڏهن طاقتور ۽ ڏاڍو سمجهي ٿو. ڪڏهن زماني جي حالات کي مڙس تي منهن ڏئي ٿو ڪڏهن گهٻرائجي فرار جا طريقا سوچي ٿو. سياڻن چيو آهي تہ پنجئي آگريون برابر نہ آهن اهڙي طرح سڀ ماڻهو هڪ جهڙا ۽ هڪ طبيعت جا نہ هوندا آهن. ڪن ماڻهن ۾ پاڻ کي هٿ پائڻ جي خواهش چوٽ چڙهيل هوندي آهي، اهڙا ماڻهو پاڻ کي سڀني کان مٿانهون، ڏاڍو ۽ هوند وارو سمجهندا آهن. حقيقت ۾ اهي ائين نہ هوندا آهن تنهن ڪري اهي پاڻ مڃائڻ ۽ پنهنجي

انهيءَ ناجائز خواهش جي پورائي لاءِ، اُره زورائي ۽ ارڏائيءَ کان ڪم وٺندا آهن مسڪينن ۽ هيٺن ماڻهن تي ظلم ڪندا آهن. اتان طبقاتي چڪتاڻ شروع ٿي ٿئي. محبت ۽ پيار سان ته هر ڪنهن کان ڪم وٺي سگهجي ٿو پر ڪاوڙ ۽ ڪفلت سان ته تمام مشڪل آهي، ڏاڍا ماڻهو هر هيٺي ماڻهوءَ کي پنهنجي ملڪيت سمجهندا آهن ۽ انهن تي پنهنجي مرضي مڙهيندا آهن. جيئن ته هر ماڻهوءَ کي جيئڻ جو حق آهي تنهن ڪري ستايل طبقي وارا انسان نفسياتي رد عمل طور جوابي ۽ انتقامي ڪاروائي ڪرڻ شروع ڪري ڏيندا آهن يا ته نشو استعمال ڪندا آهن يا وري چور، ڌاڙيل ۽ قاتل ٿي پوندا آهن. اِهو آهي خواهش جي ناجائز پورائي جو رد عمل.

شاهه ڀٽائيؒ فرمائي ٿو ته:

ڪشي، ڪان ڪمان ۾، ميان مار مَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي!

هن بيت جي مطلب کي سادن لفظن ۾ ڏسجي ته هيئن ٿو ٿئي ته جيڪو ڪنهن ٻئي سان ظلم ۽ ڏاڍائي ڪري ته جواب ۾ به ايتري ڏاڍائي سهڻ جي اُميد پاڻ به رکي چو ته هڪ شخص ٻئي شخص سان زيادتي ڪري يا اُن کان نفرت ڪري ۽ جواب ۾ اُن کان محبت ۽ عزت جي اُميد رکي اهو ته بالڪل ناممڪن آهي. جيئن هڪڙي شخص ٻئي کان پڇيو ته مان توکي ڪيترو پيارو آهيان؟ تڏهن ان شخص وراڻيو ته پنهنجي دل کان پڇي ڏس. مطلب ٿيو ته جيترو مان توکي وڻندو هوندس ايترو تون مونکي پيارو هوندين. اهڙيءَ طرح معاشري ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو آهن. هڪڙا اُهي جيڪي ٻين سان ظلم، زبردستي ۽ ڏاڍ ڪن ۽ جواب ۾ ماڻهن کان عزت ۽ پيار جي توقع ڪن ٻيا اُهي جيڪي واقعي معاشري کي محبت ۽ پيار ڏين پر جواب ۾ نفرت ملي انهن ٻنهي جي عزت نفس مجروح ٿي ٿئي چو ته سڀ انسان برابر آهن ۽ سڀني کي هڪجهڙا حق آهن تنهنڪري معاشري جا ستايل ۽ نڪرايل انسان اهڙي معاشري جا باغي ٿي پوندا آهن پر جڏهن ڪين انسان سمجهيو وڃي، عزت

وارو سمجهيو وڃي پيار ۽ محبت ڏني وڃي سندن زخمي ذهنن ۽ ڦٽيل دلين تي ملم رکي وڃي، جنهن ڪا به طبقہ بندي ۽ فرقہ پرستي نہ هجي اتي اچي اهي اسان سچو ذهني سڪون ۽ عزتِ نفس حاصل ڪندا آهن. شاهہ ڀٽائي ؒ فرمايو آهي تہ:

ويندي جنهن وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تون تنهين سين ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا!

اهڙو پيار ۽ محبت، جنهن ۾ ڪو بہ ريبُ رياءُ ۽ ڏيکاءُ نہ هجي ۾ رڳو خلوص هجي، محبت ۾ مطلب نہ هجي تہ اهڙي هنڌ ۽ اهڙي ماڻهوءَ وٽ هشام انسانن جا ڳڌ ٿيندا آهن. ستايل دل ۽ تتل هيانو تي پيار ۽ پريت جو ڇنڊو پوي تہ ڪهڙو ڏکويل انسان آهي جو اُتي وڃڻ نہ چاهيندو. اسان جي سنڌ ۾ اهڙا مهان انسان ٿي گذريا آهن جن وٽ ڪا بہ فرقہ بندي، اونچ نيچ، گهٽ وڌائي ۽ ننڍ وڏائي ڪانہ هئي. جيئن وڻ هر هڪ انسان يا ساهواري کي ڇانو ۽ ڦل ڏئي ٿو، ڪڪر ۽ ڪنهن زمين، وڻ، فصل، گاهہ، ميدان ۽ پهاڙ تي هڪ جهڙو وسندو آهي ۽ تلاءُ، کوهہ، يا چشمي مان هر هڪ پياسو پنهنجي اڃ اجهائي سگهي ٿو اهڙيءَ طرح انهن درويشن بزرگن هر فرقہ ۽ هر حيثيت جي شخص کي پنهنجي رحمت جي دامن ۾ پناهہ ڏني ۽ سندن مٿي تي شفقت جو هٿ رکيو. انهن درويشن بزرگن مان ڪجهہ نالا آهن شاهہ عنايت شهيد، قلندر شهباز عُثمان مروندي، شاهہ ڀٽائي، سچل سرمست، روحل فقير، مراد فقير، حاجي خوش خير محمد فقير هيسباڻي، بيدل فقير، بيڪس فقير، نصير فقير جلالاڻي، رکيل شاهہ، صوفي جلال فقير ٽالپر وغيره وغيره. تاريخ کي ڏٺو وڃي تہ معاشري جا، ستايل، ڇتيل ۽ ڇيپاٽيل انسان جيڪي بدلي جي باهہ ۾ سڙي رهيا هئا يا انتقامي ڪاروائيءَ لاءِ چور ۽ ڌاڙيل بڻجي چُڪا هئا تن، کي جڏهن صُوفين درويشن وٽان پيار ۽ محبت مِلي تہ اهي سڌي راهہ تي اچي ويا پر پاڻ بہ وڏا درويش ڪامل ۽ صوفي ٿي ويا جيئن رنگ جي ڪڙاهہ ۾ جيڪو بہ ڪپڙو پوي تہ رڱجي وڃي! انهن درويشن ۽ بزرگن منجهان صديق فقير سومرو ڪامل ولي ٿي

گذريو آهي. ڳالهه ڪندا آهن ته صديق فقير سومرو وڏو چور ۽ ڌاڙيل هوندو هو.هڪ رات ڪيس ڪتان به چوري ڪانه لڳي. ڦرندي ڦرندي درگاهه جهوڪ شريف وٽ اچي نڪتو. سوچيائين ته اڄوڪي رات ڪٿان به چوري نه لڳي آهي تنهن ڪري خالي موٽڻ ته مناسب ڪونهي، چو نه هتان ڪاشئي مناسب ڏسي ڪڍان. جاچيندي جاچيندي ڪيس درگاهه شريف جي لنگر واريون ديڳيون رکيل نظر آيون جن ۾ مسافر مڙي ۽ مسڪينن فقيرن لاءِ لنگر رڌو ويندو هو. سوچيائين ته نه هجڻ ڪان وري به ڪجهه هجڻ چڱو آهي، تنهن ڪري درگاهه شريف جي ديڳ ڪڍي، مٿي تي رکي هلڻ لڳو. ديڳ مٿي تي رکيائين ته رستو نظر اچڻ بند ٿي ويو، وري جي ديڳ مٿي تان لاهي ته رستو ڏيکارجي ۽ جڏهن مٿي تي رکي ته رستو نظر نه اچي، آخر صبح ٿيڻ لڳو تڏهين سوچيائين ته ديڳهه لاهي هليو وڃان ته ديڳ مٿي کي چنبڙي پئي، صبح جي نماز لاءِ جيئن سائين فضل الله شاهه جن ٻاهر نڪتا ته صديق فقير ڪان ديڳ لهرائي، هن ڪم کان منع ڪئي، صديق فقير توبهه ڪري طالب ٿيو.جن رت سان وضو ڪري، جُسي کي جامي ٻڌائي، محبت جي محراب ۾ نينهن جي نماز نيتي، تن سُورکي سُک، رنج کي راحت، برهه کي بهار ۽ عشق کي آرام سمجهيو. انهن لآجي تلوار سان الله جي عشق کان سواءِ باقي هر شئي کي فنا ڪري اِلاالله کي اثبات ڪيو. انهن کي زماني جي رِيس رِيا، حرص هَوس ۽ لالچ لوڀ سان ڪو به واسطو نه رهيو. انهن لاءِ موت ۽ حياتي، ٻک ۽ ڍُئو، ڏک ۽ سُک سڀ هڪجهڙا آهن. اهي رات ڏينهن، چوويهه ئي ڪلاڪ محبوب ۾ .محو آهن. اُهي جو دم غافل سودم ڪافر جي مثال کا پل به پرينءَ کان پري نه آهن. انهن جي ساهه پساهه ۽ لُئون لئون ۾ يار جي ياد آهي. ڪيں هر طرف جانب جو جمال ۽ جلوو ۽ هر دم حق جو حسن نظر اچي ٿو. انهن با ڪمال ۽ بي مثال درويشن ۽ سهڻن صوفين مان هڪ معرفت جو موتي، حق جو هيرو، ولي ڪامل، مرشد مڪمل، جهوڪ جو جهانگي، ميران پُور جو مِير آهي شاهه عنايت شهيد صوفي جنهن سر ڏيئي مٿي تي شهادت جو تاج پاتو. اهڙن ئي شدن محبوبن ۽ درويشن دادلن لاءِ شاهه ڀٽائيؒ فرمايو آهي ته:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
انهن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙئين ڪن سلام، اچيو آسڻ اُنجي!

شاهه عنايت شهيد صوفي سرويچ هو. هي ولي ڪامل، حق، سچ، حياء همت عدل ۽ انصاف جو پتلو هو. صوفين وٽ جيئن تہ سڀئي هڪ جهڙا آهن. ڪو بہ وڏو ننڍو، ڏاڍو هيڻو ناهي بلڪ برابري جو اصول آهي. ان ڪان بہ وڌ هو ستايل جا سائي آهن، تنهنڪري زماني جي فرعون صفت انسان جيڪي پاڻ ڪانسواءِ باقي ٻين کي گهٽ درجي جا انسان سمجهندا آهن اُهي اهڙن درويشن جا دشمن ٿي پوندا آهن جيڪي پٽ پيل کي ڪٽي سيني سان لائيندا آهن ۽ زماني جي ستايل ۽ ڌڪاريل انسانن کي جيئڻ جو حوصلو ڏيندا آهن.

ان وقت جا زميندار هارين کي هٿ ۾ هڪ داٽو بہ ڪين ڏيندا هئا پر ڊل، ٻج، محصول ۽ ڪمدارن جا حصا ڏيڻ ڪانپوءِ وٽن ڪجهہ بہ نہ بچندو هو الٽو سخت بيگارپڻ وٺندا هيا. هاري تہ ٺهيو پر هاريءَ جو سڄو خاندان پڻ اهڙن ظالم زميندارن جي ملڪيت هوندو هو. هارين جي عزت ۽ ننگ ناموس محفوظ نہ هوندو هو. شاهه شهيد وٽ اهڙو نظام ڌڪار جي لائق هو. شاهه شهيد جي زمينن تي جيڪي هاري ايندا هئا اُهي نهايت سکيا ۽ مان مرتبي سان رهندا هُئا. ٻج ۽ ڊل بہ پاڻ مالڪ ڀريندو هو ۽ سراسر بٽئيءَ جو اڌ مالڪ هاريءَ کي ڏيندو هو. بيگار بہ ڪانہ هئي. هاريءَ جي عزت ۽ ننگ ناموس بہ محفوظ هوندو هو. تنهنڪري ٻين ظالم زميندارن ڪان ڇڏي هاري شاهه شهيد وٽ اچڻ لڳا سندن تصوف ۽ فقيريءَ جي ڪري مريد بہ گهڻا ٿيڻ لڳا. اِها ڳالهہ هٽ ٺوڪين پيرن ۽ ظالم زميندارن کي نہ وڻي. شاهه عنايت شهيد جي وقت ۾ ڪلهوڙا پير بہ هئا تہ زميندار بہ هُئا. انهن کي شاهه عنايت جي مساوات واري نظام منجهائي وڌو. هو وقت جا حاڪم بہ هُئا تنهنڪري جڏهن سندن هارين ساڻن زيادتيءَ جون شڪايتون ڪيو ۽ شاهه شهيد جا مُريد بہ سندن مقابلي ۾ گهڻا ٿي ويا تنهنڪري ڪين حسد ۽ ساڙ پيدا ٿيو. ان

وقت جي درگاهه بلڙي شريف جي گادي نشين (پير عبدالواسع ڪرير پوٽو) به اُنهن حاسدن ۾ شامل هو. باقي زميندار نور محمدؒ پليجو، حمل ولد لاکو جت، يار محمدؒ ڪلهوڙو حاڪم سنڌ، سنڌي سيد سراج الدين دهلوي، نواب اعظم خان ٺٽو، مغل بادشاهه فرخ سِير دهلي ۽ ٺٽي جي گورنر سيد مير محمدؒ شفيع جيڪو يوسف بکريءَ جو اولاد هو تنهن مخالفت کي ڀڙڪايو. مغل حاڪمن کي شاهه شهيد جي خلاف باقي ماڻهن به گهڻو ورغلايو. مغل حاڪم کي لکيو ويو ته شاهه شهيد حڪومت وقت جو باغي آهي. هُو هارين ۽ مريدن جي صورت ۾ وڏو لشڪر تيار ڪري رهيو آهي، هو ڏل، عُشر ۽ نذرانه وغيره به نٿو ڏئي. زمين تي ناجائز قبضو ڪيو اٿس. انهن شڪايتن تي مغل بادشاهه فرخ سِير سيد شهيد جي سخت خلاف ٿي ويو ۽ يار محمدؒ ڪلهوڙي، سنڌ جي حاڪم کي به انڪري موقعو ملي ويو ۽ هُو به شاهه شهيد سان لشڪر ڪشي ڪري لڙائي ڪرڻ لڳو پر ڪيس مريدن طالبن ۽ هارين جي مقابلي ۾ شڪست ٿي، تڏهن به هُو لشڪر ڪشي ۽ مخالفت کان باز نه آيو. حق ۽ باطل، ڪوڙ ۽ سچ جو مقابلو هميشه کان وٺي ٿيندو آيو آهي. اهڙي طرح جڏهن يار محمدؒ ڪلهوڙي، ظاهرًا لڙائيءَ ۾ پنهنجي فتح نه ڏٺي تڏهن مير شهداد خان ٽالپر کي شاهه عنايت شهيد ڏانهن موڪليو. مير صاحب کي قرآن پاڪ تي لکي ڏنو ته اسانجي صُلح آهي ۽ ان سان گڏ ڏاڙهيءَ جا وار به ڏياري موڪليا. شاهه شهيد فرمايو ته ڪلهوڙو ڪوڙ ٿو چوي پر اسان شهادت قبول ڪئي. مير صاحب توکي مبارڪ هجي جو تون اسان جي شهادت جو قاصد ٿي آيو آهين. مريدن مرشد کي اوڏانهن وڃڻ کان منع ڪئي پر پاڻ فرمايائون ته اسان وٽ قرآن پاڪ هلي آيو آهي تنهنڪري ويندا سون. شاهه عنايت شهيد جڏهن مرشد کان اجازت وٺي ميرانپور آيا پئي تڏهن سندن مرشد صاحب ڪين، ڳاڙهو خرقه، ٽوپي تلوار ۽ مُهرون عنايت ڪيون ۽ اهو به فرمايو ته انهن تبرڪات جي اوهانکي قيمت ڏيڻي پوندي. شاهه عنايت شهيد تڏهن فرمايو هو ته قبله سِرُ حاضر آهي. آخر اهائي ڳالهه ٿي، شاهه عنايت شهيد ڪربلا جي واقعي جي ياد تازي ڪئي، پاڻ نماز ۾ بيٺا ٻين تلوارن اثر

نہ ڪيو، مرشد واري تلوار ڏنائون ۽ قاتل کي مرشد کان مليل مهرون پڻ ڏنائون تہ تون يار جي وصال جو سبب ٿو بڻجين، هي تنهنجي محنت جو معاوضو آهي. پاڻ سجدي ۾ شهيد ٿيا. هي واقعو 17 صفر 1130هہ ۾ ٿيو. شهادت وقت شاهہ شهيد فارسيءَ ۾ شعر چيو جنهنجو ترجمو هي آهي:

سِرُ يار جي قدمن تان فدا ٿيو تہ بجا ٿيو،
هي بار گهڻو هو جي ادا ٿيو تہ بجا ٿيو،

پاڻ شهيدن آخري بار تلقين ڪندي فرمايو:

1. الله ڪافي آهي، ٻي هر شي هَوَس آهي.
2. خدا جو ذڪر سڀ شئي کان مٿي آهي.
3. خدا جي ياد ڪرڻ وارا سدائين سرها ۽ ٻنهي جهانن جي سختيءَ کان آجا آهن.
4. رات جو جاڳڻ عجب نعمت آهي، شرف بہ ۽ ثواب بہ!
5. ائين نٿو چوان تہ جهان کان جدا ٿي پر جنهن حال ۾ هجين تہ خدا سان گڏ رهہ! شهادت کان پوءِ سر مبارڪ 700 وايون چيون ۽ سر کي نيزي تي ڪٽي دهلي نيو ويو. واپس جهوڪ شريف آندو ويو.

روحل فقير فرمايو آهي:

جي ٻانئين جوڳي ٿيان، ڇڏ جيئڻ هِي جنجال،
ڪارڻ قوت قرار جي، هٿئون ڏئين حال،
راتيان ڏينهان روح ۾، خام ڳٽي ٿو خيال،
اڄ سياٽي ڪنڌ تي، ڪڙڪي ايندءِ ڪال،
هي مڏيون ۽ مال، ڪم نہ ايندءِ ڪڏهين.

حقيقت ۾ پنهنجون خواهشون ختم ڪري، سڏون سهيڙي، لالچون لوڙهي، حرص ۽ هوس کان هڪ پاسي ٿي جن، الله کي اثبات ڪيو ۽ نفس کي مات ڪيو انهن پاڻ کي جيئري ماري ڇڏيو. اُهي زماني ۾ ضرور آهن پر سواءِ الله جي باقي هر شئي کان ڏور آهن. اهي

پنهنجي اندر جا قاضي آهن. الله جي رضا تي راضي آهن. اُهي تنگي ۽ فراخي، خوشي ۽ غم، ڏک ۽ سک مان نڪري ڪفلت جي ڪُن کان بچي لاهوت وڃي پهتا. اهڙن درويشن لاءِ روحل فقير وري فرمايو آهي تہ

جي ننگ ڇڏي نانگا ٿيا، تن نانگن کهڙو ننگ،
گنگا ۽ گِرنار جو تن، سامين ڇڏيو سنگ،
روحل لڳو رنگ، تن لاهوتين لقاء جو.

اهڙا درويش جن جو هٿ ڪار ڏي ۽ دل يار ڏي آهي، الست جي آواز تي مست آهن تن منجهان هڪڙو لاهوتي لال، بندو بي مثال، مرشد مڪمل، صوفي روحل فقير، پر تاثير، ڪنڊڙي جو ڪلتار ڏيهن ۾ ڏاتار مشهور آهي.

امام غزالي پنهنجي ڪتاب "المنقذ في الغلال" ۾ "القول في طريقة الصوفيہ" ۾ لکي ٿو تہ "جڏهن مان علوم کان فارغ ٿي، صوفين جي طريقي جي طرف متوجہ ٿيس تڏهين مونکي معلوم ٿيو تہ سندن طريقو علم ۽ عمل سان تڪميل تي پهچي ٿو. سندن علم جو نتيجو، نفس جي متابعت کان قطع ڪرڻ، بُرن اخلاقن ۽ خبيث صفتن کان پاڪ ٿيڻ آهي تان جو ان جي ذريعي قلب کي غيرالله کان پاڪ ۽ صاف ڪيو وڃي ۽ ذڪر الاهي سان معمور ڪيو وڃي".

مولانا نورالدين جامي چوي ٿو تہ "اهو فڪر جو خدا جي ذڪر کان سواءِ هجي سڄو وسوسو آهي". مطلب تہ صوفي صاف ڪيو، ڏوئي ورڪ وجود جو تهان پوءِ ٿيو، تنهنکي پسڻ پرين جو.

اهڙن صوفين صاف دل درويشن مان روحل فقير ڪنڊڙيءَ وارو بہ ٿي گذريو آهي. صوفي سدائين صاف دل ۽ تقوا جا صاحب ٿي گذريا آهن. روحل فقير بہ ميان غلام شاھ ڪهلوڙي وٽ توشاخاني جو ناظر هو . عربستان کان ڪي واپاري سنڌ ۾ پنهنجو سامان وڪڻڻ لاءِ ڪٽي آيا انهن کان ڪجھ سامان غلام شاھ ڪلهوڙي جو تن ڏينهن ۾ سنڌ جو حاڪم هو، ورتو، آخر ۾ سوداگرن ڪپڙي جي جوڙي ميان غلام شاھ کي تحفي ۾ ڏني جنهن تي سڄو قران پاڪ ڪاريگريءَ سان اُڻيل هو

ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي اها جوڙي، روحل فقير کي توشاخاني ۾ رکڻ لاءِ ڏني ۽ وڌيڪ اهو به چيو ته جڏهن مان گذاري وڃان تڏهن، اها جوڙي مونکي ڪفن طور ڏني وڃي. چوندا آهن هي دنيا فاني آهي. هر ڪنهن کي ڪوڏر ۽ ڪاني آهي. هي فنا جو جهان آهي. هر ڪنهن جو مِٽي مڪان آهي تنهن آخر غلام شاهہ ڪلهوڙو گذاري ويو. سندس پٽ سرفراز تخت جو وارث ٿيو.
صوفي روحل فقير چيو آهي ته:

ڪهڻي تان هر ڪو ڪهي، پر رهڻي اوکي بات،
پڌري ٿيندي ذات، رهڻيءَ مان روحل چوي.

چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ وڏو فرق آهي. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي مري وڃڻ کانپوءِ، روحل فقير سندس پُٽ ميان سرفراز کي سندس والد جي وصيت ٻڌائي ته ڳالهہ ٻڌائي ميان سرفراز اُهو ڪفن روحل فقير کي واپس رکڻ لاءِ ڏنو ۽ اهو به چيو ته اهو ڪفن منهنجي لاءِ رکي ڇڏيو! روحل فقير اهو ڪفن واپس رکيو پر ان واقعي سندس دل کي ڌڪ هنيو.

پيو به واقعو ٿيو. ٽالپر خاندان جا امير ڪلهوڙن حاڪمن سان وفادار رهندا هيا ۽ هر وقت سندن ساٿ ڏيندا هُيا. ميان سرفراز انهن جي خلاف ٿي پيو ۽ سازش ڪري مير بهرام خان ٽالپر کي ڌوکي سان شهيد ڪرائي ڇڏيو. روحل فقير انهن ٻنهي واقعن جي ڪري نوڪريءَ سان گڏ دنيا جي حرص هوس، لالچ لوڀ، ڦڏي فساد، ڪچائي ڪميڻائپ کان بيزار ٿي، بادشاهي نوڪري ڪري ڇڏي، ٿر ۾ وڃي گوشہ نشين ٿيو. مُرشد جي ڳولا ۾ جهوڪ شريف آيو. شاهہ عنايت شهيد جي روضہ ۾ چلو ڪٽي سائين صوفي عزت الله شاهہ جي مريدي اختيار ڪيائين. اتيئي تصوف جون منزلون طئہ ڪرڻ لڳو.
روحل فقير فرمايو آهي ته:

صحيح سڃاڻج سچ، مُڙج م ملامت کان،
گهڙي پنهنجي گهٽ ۾، پرواني جيان پچ،

ماري ڪيج من مان، ڪُوڙائيءَ جو ڪج،
رنگ پريان جي رچ، رات ڏينهان روحل چوي!

سو درويش، صوفي ۽ سالڪ جيڪي سدائين سچ ۽ حق جا طالب، الله جا ڳولا رهيا آهن سي هن ڪُوڙي ۽ ڏوڪيباز دنيا جا طالب نہ رهيان آهن هميشه انهن اهڙي رزق ۽ مال ملڪيت کي بہ لت هنئي آهي جنهن کين الله جي رستي کان هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. روحل فقير پنهنجي مرشد کان اجازت وٺي، خيرپور ضلعي جي ڪوٽڏجي تعلقي جي ڀرسان ڪوٽليءَ ۾ اچي رهيا، اهو هنڪري جو رياست جي والي مير سهراب خان فقير سائين کي منٿ ڪري پاڻ وٽ رهڻ لاءِ چيو ۽ جاگير بہ آڇي پر فقير صاحب جاگير وٺڻ کان انڪار ڪيو فقط ڪوٽليءَ ۾ مير صاحب جي منٿ ڪرڻ تي رهڻ لڳو. مراد فقير جو روحل فقير جو سوٽ هُيو سو بہ ڪلهوڙن حاڪمن جي نوڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ روحل فقير سان گڏ هو سو بہ هتي رهڻ لڳو.

يار جي ياري ڪي سچو تڏهن چئجي جڏهن اها آزمائش ۾ پڪي ٿئي، اهڙيءَ طرح مطلوب طالبن کي هميشه آزمائيندا آهن. انهي آزمائش ۾، خوف بُک، مال دولت جي تباهي، سر ۽ جان جي قرباني، باغ، ميوا ۽ سُک سانت جي گهٽتائي پر سچا عاشق هميشه هر امتحان ۾ اول ايندا آهن. اهڙن طالبن کي ڏک سک جي پرواهہ نہ هوندي آهي. هو مال دولت جاگهورا نہ هوندا آهن پر سڄي جهان جي دولت کان وڌيڪ دوست جي ديدار کي ڀائيندا آهن. صوفي روحل فقير فرمائي ٿو تہ:

جي تون صحيح سڄاڻين پاڻ، اٿئي قيمت سندو قطرو،
ڪوري ڪيِ قلوب مان، مدائيءَ جو ماڻ،
پري نهارڻ پر ڪي، سندو ڇٽن ڇاڻ،
سائين تو ئي ساڻ، رات ڏينهان روحل چوي.

جن پريت جو پنڌ پيچرو صحيح ڪيو سي پيو ڀن ڏيئي، پرينءَ جي پار ڏانهن ڀُري ويا. اهي شريعت محمدي ﷺ مطابق زماني ۾ رهيا ضرور پر دنيا سان دل نہ لاتائون تيئن روحل فقير ڪوٽليءَ ۾ رهندي

صرف الله جي نانءَ جو نعرو بلند ڪيو. سندس محبت ماڻهن جا من موهي وڌا جيڪي پرين پسڻ ڪاڻ پري پري کان کهي اچڻ لڳا پر اُتان جي زميندار کي اها ڳالهہ نہ وڻي هو فقيرن کي رنجائڻ جي پٺيان اچي پيو پر هتان تہ ڪو بہ جواب نہ مليس. نيٺ ٻيو طريقو نظر نہ آيس فقيرن وٽ پيٽ گذر لاءِ جيڪا زمين هئي ان تي قبضو ڪرڻ لڳو، صوفي درويشن جي دنيا دولت تہ ڇڏيو پر تن کي بہ ترڪ ڏيئي ڇڏيو سي يار جي وصال ۾ دنيا جي محبت جي روڪ رنڊڪ ڪٿي تا برداشت ڪن. جن پاڻ کي جيئري ئي ماري، يار جي رضا تي راضي رهڻ سکيو سي دنيا ڏوتيءَ جي دام ۾ ڪٿي تا ڦاسن. ڪوٽليءَ جي زميندار سيّد شڪر شاهہ روحل فقير وارن کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو تڏهن مراد فقير کيس جواب ڏيڻ جو سوچڻ لڳو. اها خبر جڏهن روحل فقير کي پئي تہ مراد فقير کي منع ڪيائين تہ جيڪڏهن اسان کي دنيا جي طلب هجي ها تہ حاڪمن جون نوڪريون ڇو ڇڏيون ها! ميرن صاحبن کان جاگيرون قبول ڪريون ها پر فاني شين جي لاءِ وڙهڻ ڇا جو؟ مرد اُهو آهي جيڪو پنهنجي نفس سان وڙهي، انکي زير ڪري! مراد فقير جوابي ڪاروائي ڪرڻ بجاءِ مرشد جو چوڻ وٺي خاموش ٿي ويو پر صوفي فقير سڀ کان وڌا غيرت مند هوندا آهن تنهنڪري مراد فقير جنهن مجاهدا ڪري پنهنجي نفس کي اڳيئي ماري ڇڏيو هو تنهن ويتر پنهنجو پاڻ تي سختي ڪئي. سندس جسم اها سختي سهي نہ سگهيو. جلد ئي مراد فقير 1796ع ۾ وصال ڪري ويو. مراد فقير جي وصال ڪانپوءِ ستت ئي روحل فقير پنهنجا وسايل. ڪڪ ڇڏي الله جي آس تي ٻار ٻچا وٺي جهنگ منهن ڪري اُتي هليو ۽ هڪ اهڙي هنڌ اچي نڪتو جتي ڪا بہ آبادي ڪانہ هئي پر ڪنڊين جا وڻ ڪافي هيا هڪ ڪنڊي ۾ چادر جو پلئو اٽڪيو ان کي اشاره خدا سمجهي اُتي لڏو لاهي ويهي رهيا ان جاءِ کي ڪنڊڙي چيو وڃي ٿو.

الاهي عشق وارن تي سدائين امتحان ايندا رهيا آهن. شاهہ شمس کل لهرائي، منصورؒ سنگسار ٿيو، مخدوم بلاول گهاڻي ۾ پيڙيو، شاهہ عنايت شهيد ٿيو تڏهن بہ اهڙين سخت آزمائشن ۾ عاشقن

جا سر اوچا رهيا. انهن رب جي رضا کي پنهنجي رضا ڪري ورتو. انهن کي ڏک سک يار جي ذات نظر آئي. انهن مصيبت کي محبوبن کان تحفو سمجهيو تنهنڪري ڪين هر حال ۾ راضي ڏنو ويو. اُهي خوشيءَ تي خوش نہ ٿيا ۽ غم ۾ غمگين نہ ٿيا. جيڪي جاني يار کان مليو ان کي، بسم الله چئي، چُمي، اکين تي رکي قبول ڪيائون. اهڙي طرح روحل فقير بہ ڪَنڊڙيءَ شريف جي غير آباد علائقي ۾ ڪکاوان اجها اڏي رهي پيو. چوندا آهن تہ اوليا الله جو قدم برڪت وارو هوندو آهي. اُهي جتي بہ قدم ڌريندا آهن اُهي جايون سدا سر سبز ۽ هميشه آباد ٿي وينديون آهن تيئن ڪنڊڙي شريف بہ آباد ٿيڻ لڳي، سڪ جا سڪايل ۽ عشق جا اجايل پانديئڙا، هن آب حيات جي چشمي مان اڃ اجهائڻ لاءِ اچڻ لڳا تان جو شمع عشق نبوي جي مٿان پتنگن جا ميڙ مچي ويا. جيئن تہ هي دنيا هڪ مسافر خانو آهي. هيننئر آباد آخر ويرانو آهي. سيني نفسن کي موت جو ذائقو چکڻو، هن دنيا جي جدائيءَ واري زندگي ڇڏي دائمي وصال جو مزو ماڻڻو آهي. هر ڪنهن کي آخر هلڻو آهي. هي جهان ڇڏڻو آهي تيئن روحل فقير بہ رب جي رضا تي راضي رهي، الله جي سڏ تي لبيڪ چئي 1804ع ۾ وصال ڪريو ويو.

روحل فقير " من عرف نفسهٗ، فقد عرف رَبَّهٗ " يعني جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن ربّ کي سڃاتوجي مطابق هميشه پنهنجي نفس سان جهاد اڪبر جي تلقين ڪندا هيا جيئن فرمايو اٿن تہ:

نڪي سُک سُمهڻ ۾، نڪي جاڳڻ ۾ آجس،
نڪي خير کلڻ ۾، نڪي روئڻ ۾ آ رس،
ذاتي ذڪر زبان جو، اِهو بہ اوريون ڏس،
من جو مرشد پس، روحل پنهنجي روح ۾.

ٻئي هنڌ وري روحل فقير فرمائي ٿو تہ هر هنڌ الله پاڪ جو جلوو آهي، مذهبي ڇڪتاڻ ۽ فرقہ بندي اجائي شئي آهي جيئن:

ڪفر ۽ اسلام ۾ ٿا پرن ابتا پير،
هڪ هندو ٻيا مسلمان ٿيون وچ وڏا ٿون وير،
انڌن اوندهہ نہ لهي تن ڪي سچ چوندو ڪير،
روحل راهہ پرين جو جان گهري ڏنوسين گهير،
تہ رب مڙني جو هڪڙو جنهن ۾ ڦند ناهي ڪو ڦير،
ڪاڏي ڪري پير جيڪا سُتي ڪعبي وچ ۾!

حق موجود!

ڪرم ٽالپر

تاثر

# توجو ڪُنو ڪالهہ آنءُ اهوئي آهيان

رُوحن ڪان الست وارو اقرار ورتو ڪانپوءِ، ڪين آزمائڻ جو به ٻُڌايو ويو. سچن عاشقن امتحان ڏيڻ قبول ڪيو ۽ دنيا ڏنو ته هُنن سخت ۾ سخت امتحان ڏنا. حُسين منصور سوري چڙهيو، سنگسار ٿيو. شاهه شمس کل لهرائي، مخدوم بلاول گهاڻي ۾ پيڙيو ويو. ڀڳت ڪبير صاحب چيو آهي ته:

ڪبير ڪوٺي ڪاٺ ڪي، چومُک لاڳي آگ،
سچي هوئي جل گئي، جوٺي گئي ڀاڳ.

عشق جي امتحان ۾ ڪوڙا پڇي ويا ۽ سچن پاڻ جلائي سچائيءَ جو ثبوت ڏنو. شاهه سائين چيو آهي:

پتنگن پهه ڪيو مڙئا مٿي مچ،
پسي لهس نه لُڇيا، سڙيا مٿي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا.
(شاهه)

اهڙيءَ طرح هن سنسار ۾، ازل ڪان وٺي، روشني ۽ اونده، حق ۽ ناحق، شيطان ۽ ايمان، اُلفت ۽ ڪُفلت امن ۽ بد امني، خير ۽ شر، سچ

۽ ڪوڙ جو ٻه پاڻ ۾ مقابلو جاري آهي. هڪ ڏاهي چيو آهي ته ظلم قائم آهي پر ظالم قائم ناهي. سچ وارا انسان سدائين اوچي ڳاٽ رهيا آهن. ڪلي سوريءَ تي چڙهيا آهن. مُرڪي ڪنڌ ڪپايو آهي. ڪين ڄاڻ آهي ته امر ٿيڻ لاءِ، فاني حياتيءَ تان هٿ کڻي، سر ڏيئي سَرهو ٿي، باقي ٿيڻو آهي. هاسو سوڍو، دولهه دريا خان، دودو سومرو، مخدوم بلاول، شاهه عنايت الله شهيد، سيد صبغت الله شاهه سورهيه بادشاهه، هيمو، هوش محمد شيدي ۽ سائين جي ايم سيد اڄ ٻه زنده باد آهن ۽ ڪين صفحه هستي تان مٽائڻ وارا هميشه لاءِ مرده باد آهن. تاريخ اهڙن اڙٻنگ، اٽل ۽ اڏول مردن جا نالا سونهري حرفن ۾ لکندي رهندي. حق جي لاٽ سدائين ٻاٽ ۾ واٽ ڪي روشن رکندي. عشق جا پانڌيئڙا ماڳ ڏانهن وڌندا رهندا. ڪُهڻ وارا هٿ ٿڪجي پوندا، ڪسڻ وارا ڪنڌ نه جُهڪندا نه ڪُٽندا.

اِنهن مهان، مانوارن ۽ محبوب ماڻهن ۾، شاهه عنايت الله شهيد جو نالو ٻه سونن اکرن ۾ لکيل آهي. شاهه عنايت شهيد جا وڏا، مخدوم سائين صدر الدين اصل بغداد جا هُيا ۽ اتان اُچ شريف ۾ اچڻ ڪانپوءِ سنڌ جي ٺٽي ضلعي جي ٻٺوري واري علائقي جي بستي جهوڪ ميرانپور ۾ اچي آباد ٿيا. جتي مخدوم فضل الله جي گهر ۾، 1065 هه ۾ شاهه عنايت شهيد جنم ورتو. شروعاتي تعليم پنهنجي وڏن کان وٺڻ بعد، شاهه عنايت شهيد وڌيڪ تعليم لاءِ سير ۽ سفر جو رستو اختيار ڪري ملتان ۾ آيا. سندن ملاقات وقت وڏي مرد قلندر صوفي با صفا شاهه شمس الدين سان ٿي. سال ڪن ساڻن گڏ رهڻ ڪانپوءِ پاڻ سندن حڪم مطابق هندوستان جي شهر بيجاپور ۾، ڪي ڪتاب برهان پور ٻه لکن تا آيا. اتي مشهور بزرگ ڪامل ولي قبله شاهه عبدالملڪ جن وٽ حاضري ٿي. دست بيعت ٿيا. پنج سال مرشد جي آستاني تي رهي سخت مجاهدا ۽ رياضتون ڪيون. مرشد جي نظر ، ڪيميا اثر ڪين معرفت الاهي جي اعلیٰ مقام تي پهچائي ڇڏيو. اتان مرشد سائين ڪين وطن ورڻ جي اجازت ڏني. هلڻ مهل تبرڪ طور هڪ تلوار، خرقو خلافت جو ڏنو ۽ ٻارنهن سونيون مُهرون ٻه عطا ڪيون. موڪلائڻ مهل مرشد سائين ڪين اهو ٻه فرمايو ته اوهانجي روشني ڪي، وقت جا ڇپرا، چمڙا ۽ چور

برداشت نہ ڪري سگھندا اوھان ڪي شھادت جو تاج نصيب ٿيندو، اِھو خرقو اوھان پائجو، ھن تلوار کان سواءِ ٻي تلوار اوھان تي اثر نہ ڪندي، قاتل کي اھا تلوار ڏجو ۽ ڪيس قتل جو اجورو ٻارنھن مھرون بہ عطا ڪجو. شاھ عنايت شھيد واپس جھوڪ، ميرانپور پھتا، سندن مشھوري ايتري تہ ٿي چڪي ھئي جو ھندوستان مان جتان جتان گذريا اتان عاشق پروانا گڏبا ويا جو گھڻ ۾ گھڻ پنج سؤ فقيرن جو جٿو ساڻن گڏ آيو. پاڻ نہ رڳو ولي الله ھيا پر زرعي اصلاحي نظام جا ماھر پڻ ھيا. ڪيترائي ماڻھو سندن ان اصلاحي نظام تحت شاھوڪار ۽ پاڻ پرا ٿي پيا. مولا جي محبت جا طالب تہ درياھي وھڪري جيان وھي آيا پر ٺر جي زميندارن جا ستايل ھاري بہ خوشحالي خاطر جھوڪ ميرانپور اچڻ لڳا شاھ عنايت شھيد ھارين لاءِ ھڪ نعرو ڏنو، "جيڪو کيڙي سو کائي".

ان وقت جي پيرن، وڏيرن ۽ زميندارن کي، شاھ عنايت شھيد جو، غريبن، مسڪينن، ھارين تي ٻاجھ ۽ محبت جو طريقو مشھوري ۽ ماڻھن جا ميڙاڪا ۽ انبوھ پسند نہ آيان حسد کان سڙي ويا. انھن ۾ پير عبدالواسع، پير سراج الدين، زميندار حمل جت، نور محمّد پليجو، ۽ خود ڪلھوڙا جيڪي مغل حڪومت ۾ گڏ ھئا ۽ پاڻ بہ پيري مُريدي جو ڪاروبار ڪندا ھئا تن ۾ خاص طرح يار محمّد ڪلھوڙو بہ شامل ھو. مغل حڪومت کي ڪوڙيون خبرون، شاھ عنايت شھيد جو گھڻو زور وٺڻ ۽ حڪومت تي قبضو ڪرڻ جا وسوسا وجھي مخالف ڪري، شاھ عنايت کي شھيد ڪرڻ جا پروانا وٺي آيا. فوجون گڏ ڪري اچي جھوڪ ميرانپور کي گھيرو ڪيو. شاھ عنايت شھيد دفاعي طريقو اختيار ڪري شھر کي ٻاھران کاھي کوٽائي ڇڏي جيئن دشمن جو ڪو بہ اوچتو حملو ڪامياب نہ ٿئي. ھوڏانھن حڪومتي فوجون، جن وٽ ھر قسم جا ھٿيار ۽ توبون بہ ھيون. رسد جو سامان گھڻي انداز ۾ موجود ھو. ھيڏانھن ھٿين خالي عاشق، اسم اِلھي جي طاقت تي مُرشد ۽ محبوب مٿان قربان ٿيڻ لاءِ آتا ھُئا. يار محمّد ڪلھوڙي جي فوجن ڪيترائي حملا ڪيا، ھر ڀيري فقير شھيد تہ ٿيا پئي پر سائين شاھ عنايت شھيد جن جو وار بہ ونگو ٿيڻ نہ ڏنائون ۽ ڪلھوڙي جي فوجن کي ڪامياب بہ ٿيڻ نہ پئي

ڏنائون. فقيرن راتاها هٺي ڪلهوڙي جي لشڪر جو گهڻو سارو نقصان ٻہ ڪيو. نيٺ يار محمد ڪلهوڙي ٺڳيءَ جو ناهہ ناهي، پنهنجي سپهہ سالار مير شهداد ٿالپر ڪي، سفير ڪري، قرآن پاڪ تي ناهہ لاءِ لکي، پنهنجي ڏاڙهي جا وار بہ ڏنا. قرآن پاڪ پهچڻ ڪانپوءِ شاهہ عنايت شهيد تيار ٿيا تہ فقيرن روئي، منٿون ڪري نہ وڃڻ لاءِ عرض ڪيو ۽ ڪلهوڙي جي دغاباز طبيعت بابت بہ چيو. شاهہ عنايت شهيد جن چيو تہ اسانکي خبر آهي تہ ڪلهوڙي جي نيت نيڪ نہ آهي پر اسانجي شهادت جو وقت اچي ويو آهي اسان قرآن پاڪ ڪي سر ڏنو. مير شهداد ٿالپر اهو ٻڌي تڪڙو واپس موٽيو. اچي ڏسي تہ برابر لشڪر لڙائي لاءِ تيار پيو ٿئي. اتان واپس اچي رستي ۾ شاهہ عنايت شهيد جن سان مليو. منٿون ڪري، معافيون گهري موٽي وڃڻ لاءِ عرض ڪيائين. شاهہ عنايت شهيد جن چيو تہ هينئر موٽڻ مشڪل آهي. پاڻ ڪلهوڙي جي لشڪر ۾ آيا. گهڻو بحث مباحثو ٿيو. وقت جي ويڪو مُلن بہ شاهہ عنايت ڪي شهيد ڪرڻ جون فتوائون ڏنيون. نيٺ جلاد شهيد ڪرڻ لاءِ آيو. سندس تلوار ڪارگر نہ ٿي. پنهنجي ترار ڏنائون ٻارنهن سونيون مُهرون بہ قاتل ڪي ڏنائون. شهادت وقت شاهہ عنايت جن جي سر مبارڪ مان هي بيت نڪتو:

رِهانيدي مرا از قيد هستي،
جزاڪ الله، في الدّارين خيرا.

مونکي هستيءَ واري قيد مان آزادي ڏياريئي ٻنهي جهانن ۾ انجو اجر ملئي. شاهہ سائين چيو آهي تہ:

سڏڙيا شرابن جون ڪوهہ پچارون ڪن،
ڪات ڪلالن ڪڍيا، موٽيا پوءِ وڃن،
پڪون سي پين، سِرِ جنين جا سٽ ۾.
(شاهہ)

شاهہ عنايت شهيد جي سر مبارڪ ڪي نيزي تي سوار ڪري پهريان ٺٽي مغل گورنر اعظم خان وٽ آندو ۽ پوءِ دهلي موڪليو ويو.

ان کان پوءِ ميرانپور تي قيامت ڪڙڪي پئي. هڪ ڪربلا 61 هه ۾ امام حسين عليه السلام سان ٿي هئي ٻي ڪربلا 16 صفر 1130 هه مطابق 8 جنوري 1718ع تي برپا ڪئي وئي جڏهن شهادت تي حاويلين کي لٽيو ويو. باهيون ڏنيون ويون. طالبن فقيرن، هارين نارين کي ڪُٺو ويو. گيڙو پوشن کي ڳولي ڳولي شهيد ڪيو ويو. ايتري قدر جو شهيدن جا ست گنج پرجي ويا.

محمّد شاهه رنگيلي جي درٻار ۾ سر مبارڪ پهچڻ کانپوءِ اتي موجود شاهه عنايت شهيد جي مريدن پنهنجو اثر رُسوخ هلائي سر مبارڪ واپس ڪرايو. قتل غارتگري بند ڪرڻ، زمينون واپس ڪرڻ ۽ خون بها جا حڪم ناما وٺي موڪليا. سر مبارڪ کي جسم مبارڪ سان گڏ دفن ڪيو ويو. گاديءَ کي بحال ڪيو ويو.

هينئر نه گورنر اعظم خان آهي. نه مغلن جي حڪومت جو اهڃاڻ آهي. يار محمّد ڪلهوڙو خاڪ ٿي ويو. نه پير عبدالواسع آهي نه پير سراج الدين، حمل جت ۽ نور محمّد پليجو جي قبرن جا نشان به ڪونهن پر شاهه عنايت شهيد جي جهوڪ ميرانپور اڳي کان اڳري آهي. شاهه عنايت شهيد جو روضو اوچي ڳاٽ بينو آهي. پاڪر ۾ پرڻ وارن هٽن جو لکن کان به گهڻو ڪاتو آهي. شاهه شهيد جو نعرو اڄ به فضا ۾ گونجي پيو. جو ڪيڙي سو ڪائي!

تو جو ڪُنو ڪالهه، آنءُ اُهوئي آهيان،
ڪرم ڪمائي ڪينڪي، حيف تنهنجي حال،
تنهنجي ڪانه مقال، آنءُ اُتانهون آهيان!

حق موجود!

ڪرم ٽالپر

# سنڌي ڪلام

## نعت دعائيه

هن درد لا دوا جي، دلبر دوا ڏيئي وڃ،
تو کان سوا نه ٿيندي، شافي شفا ڏيئي وڃ.

منهنجو نه آهه ڪوئي، واهر نڪي وسيلو،
ناراض آهي مونسان، منهنجو ڪٽنب قبيلو،
ڪر هادي منهنجو حيلو، معافي منا ڏئي وڃ.

ٻي جڳ ڇڏيو وساري، هڪ تون نه پر وسارج،
رحمت سندي محابي، ڪري نڏٽڪو نه مارج،
سيّد سچا سنيارج والي وفا ڏئي وڃ.

جاچي ڏٺو مون جڳ ۾، هر هنڌ آ بيوفائي،
واعظ وڏا ڪري پل، ڪانهي ڪا پارسائي،
گهر جي سڄڻ سچائي، الفت عطا ڏئي وڃ.

جن کي سهارو پانيم، سي ڪين ٿيا شهارا،
مشڪل جي وقت هينئر، ڪر ڪين تون ڪنارا،
اچ مهر موچارا، دل سان دعا ڏئي وڃ.

وارث وسيلو آهين، تون شهنشاهه شافي،
هن مرض منهنجي ڪارڻ، آ ڪرم تنهنجو ڪافي،
محبوب منهنجا معافي، نام خدا ڏئي وڃ.

# غزل

اسان ازل کان اوهان جا آهيون، اسانکي خلقيو خدا اوهان لئہ
اوهان جي در تي جهليون سين جهوليون، بڻياسين دلبر گدا اوهان لئہ

چمڻ کان ٿياسين اوهانجي نالي، وري نہ موٽي ڏنوسين کنهن ڏي،
اوهان جي در تي کيوسين سجدو، رهي اسانجي وفا اوهان لئہ.

دل ۾ اُکري اوهانجي صورت، اکين ۾ آهي اوهانجي مورت،
جاڳ ۾ تصور رهيو اوهانجو، ننڊ ۾ سپنا ڏٺا اوهان لئہ.

دل جي ڌڙکن ۾ اسم اوهانجو، کنن ٻڌي تہ بہ ثنا اوهانجي،
سوچ سدائين رهي اوهانجي، لکيو قلم تہ بہ سدا اوهان لئہ.

پنبڻين سان مان ٻهاريان راهون، واٽن ۾ مان وار وڇايان،
اچو اکين ۾ رهو تہ دل ۾، سينو بستر مٺا اوهان لئہ.

ڪنيون جڏهن اوهان مست نظرون دوا بہ ٿي وئي سخا بہ ٿي وئي،
اسان جو سڌري ويو مقدر، رهي اسان جي دعا اوهان لئہ

اسم عطا جو هجي چپن تي، عمر جو ڪو دم وڃي نہ خالي،
جيئري چپن تي ذڪر اوهانجو، مرڻ مهل پيي صدا اوهان لئہ.

# غزل

اسان تي عشق مستيءَ جي، عنايت شاهہ عنايت ڪئي،
پسند الله ڪارڻ هي، شهادت شاهہ عنايت ڪئي.

صلح لئہ شاهہ شهيدان وٽ جڏهن قاصد ڪٽي آيو،
صحيح قرآن جي عزت، اطاعت شاهہ عنايت ڪئي

ڏنيون مُهرون اجوري ۾، پنهنجي تلوار قاتل کي،
رضا رحمٰن لئہ سر جي، سخاوت شاهہ عنايت ڪئي.

جهڪايو ڪين ڪنهن جابر، اڏيءَ تي خود جهڪايو سر،
ادا هن عشق ۾ اهڙي، عبادت شاهہ عنايت ڪئي.

اذان عشق علي الاعلان، تيزي نوڪ تي سر جي،
ڏسو اوليا ۽ شهداءَ جي، امامت شاهہ عنايت ڪئي.

ڪٽي سيني سان سڀ لاتا، پيا جي سام سورهيہ جي،
بنا ڪنهن فرق ماڻهن سان، محبت شاهہ عنايت ڪئي.

وڪيو جن پاڙ ڪي ظاهر زماني جي مفادن لئہ
نشان باقي نہ آ تن جو، عدالت شاهہ عنايت ڪئي.

ماڻي ستار سرداري، عطا ارشاد ڪي تي آ،
عطا آ عطا سائين ڪي، ولايت شاهہ عنايت ڪئي.

مليتو اسم الله جو پيو هت جهوڪ ۾ هر دم،
ڪرم طالب حوالي هي، امانت شاهہ عنايت ڪئي.

# غزل

اسان جا حال فقيراڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين
گذر آهن غريباڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين.

هِي وڪريل وار، منهن ميرو، اڪيون آليون رهن هردم،
اسان ويچارا ويڳاڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين.

نہ ڪا تقرير ۾ تيزي، نہ ڪا تحرير ۾ شوخي!!
اسان جا ٻول ٻاراڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين.

بخت ۽ تخت آ تو وٽ، سونهين تو تاج سر تنهنجي،
ڇڏي آرا اميراڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين.

گهڙي سڪ جي نتا سنيرون، پلياسين يار پُورن ۾،
اسان سورن ۾ ساماڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين،

نہ آهي حسن ۽ حرفت، اسان ماڻهو اٻوجهہ آهيون،
اسان ماڻهو نہ ميراڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين.

ڪرم ۽ قرب ڪر سهڻا، پنهنجي ٻانهن ۾ شامل ڪر،
لکن جي راج جا راڻا، قبوليندين تہ خوش هوندين.

عشق ميرانپور

# غزل

جنهن کي هت جهوڪ ۾ محبوب گهرائي ٿو ڇڏي،
تنهنکي هڪ نظر سان انسان بڻائي ٿو ڇڏي.

سڀ کي ميٺي آ رضا شاهه شهيدين سندي،
نفس ڪيڏو به قوي، تنهنکي نوائي ٿو ڇڏي.

ڪوئي خالي نه سوالي ٿو وري ڪڏهن هتان،
هر مجبور سندي آس پڄائي ٿو ڇڏي.

آهي هر شخص پيو سام هتي صوفي جي،
جيڪو چائنٽ ٿو چمي، سر کي جهڪائي ٿو ڇڏي.

جيڪو چاهيتو ته الله کي اثبات ڪريان،
انکي رب پاڪ سان تحقيق، ملائي ٿو ڇڏي.

موت ماري نه سگهيو شاهه عنايت کي ڪهي،
نوڪ نيزي تي به سر پاڪ ڳالهائي ٿو ڇڏي.

جيڪو ڪائي طلب رکي، ان کي عطا الله ڪري،
سڀ جو عرض ڪرم ساڻ اگهائي ٿو ڇڏي.

# غزل

جي لڳي منهنجو ڪو وس، سڀ رتل پرچائي ڇڏيان،
چو رنجايو تا دليون، سيني ڪي سمجهائي ڇڏيان.

آ عبادت رب جو سُنهن، خدمت سچي انسان جي،
خدمت بنا ملندو نہ رب، تو ٻول ورجائي ڇڏيان.

فرقن مذهبن ڪان پري، نہ مان روپ رنگ ذاتيون مڃان،
هر ماڻهو آ مظهر خدا، مان سچ تو ڳالهائي ڇڏيان.

ڪين ڪس ڪنهن ڪان ڪڍهن، پنهنجي خوشي جي لئہ خوشيون.
ڄاڻ ايئن ٻي ڪي خوشي ڏيئي، رب تو ريجهائي ڇڏيان،

آهہ مذهب جو حڪم، عزت محبت پيار جو،
رب جي حڪم جي ڪيئن ڪرم، معنيٰ تو بدلائي ڇڏيان.

# غزل

حال منهنجو تي ويو هيٺو، الغياث!
درد ڏيئي ويا دوست ٻيٺو، الغياث!

بي سبب هر ڪو ستائڻ تو گهري،
تي ويس هر ڪنهن وهيٺو، الغياث!

ڪو نہ تو ڏئي اج ڪوئي سهٺي صلاح،
تا ٻڌائن ٿول ٽيٺو، الغياث!

مرض منهنجي جي دوا ٻئي وٽ نہ آ،
بي اثر هر چندبو قيٺو، الغياث!

ڏڪڻ، اوير، اولهہ سي، پلا،
وهم آ سي ڏائو جيٺو، الغياث!

تيو ڪمائڻ آ ڏڪيو، رزق حلال،
بس پويتو چڙٽو چيٺو، الغياث!

تو گهران توڪان ڪرم، هر دم پناهہ،
منهن نہ پئي شل ڪو ڪميٺو، الغياث!

# غزل

حسين ٻيا پيءِ گهڻا دنيا ۾، اوهانجي صورت وڻي وئي آ،
ڏسي اوهانکي نرن ٺيون اکيون، اوهانجي صحبت وڻي وئي آ.

قرار مونکي اچي اوهان وٽ، دلاسا دل کي ڏيو ٿا ڏاڍا،
ڍِڪيون اوهان سڀ منهنجون خطائون، اهانجي الفت وڻي وئي آ.

اوهانجا عاشق هزار آهن، سگھن ٿا هڪڙي نظر جي خاطر،
سلام مُرڪي وٺو ٿا منهنجا، اوهانجي عادت وڻي وئي آ.

ڇڄان نہ ڪاپل ڪڏهن اوهان ڪان، هُجان پري تہ بہ پڇر اوهانجي
اوهانکان گهريم اوهانکي سائين، اوهانجي قربت وڻي وئي آ.

اوهانجا نوڪر سيئي سڏائن، مونکي بہ سمجهو غلام پنهنجو،
اوهانجي در ڪان پري نہ ٿيندس، اوهانجي خدمت وڻي وئي آ.

گهران ٿو هر دم اوهانکان پيارا، نڪائي ميري، نڪائي پيري،
عطا ڪرم سان ڪجو فقيري، اهائي دولت وڻي وئي آ.

# غزل

حقيقت "مَنْ عَرَفَ" ڄاڻي، تون عشق آ گاه ٻڻجي وڃ،
ڪري مرشد حوالي دل، پوءِ بي پرواهه ٻڻجي وڃ.

عنايت عشق مستيءَ جي، آ ميران پُور جي ميرن وٽ،
هلي اچ جهوڪ ۾ تون، طالب ـ درگاهه ٻڻجي وڃ.

جي چاهين ٿو تہ شامل ٿيان، وڃي منجهہ الفقر فخري،
فنافي الشيخ ڪان اچ تون، بقا باالله ٻڻجي وڃ.

شريعت ۽ طريقت هٿ، حقيقت معرفت حاصل،
وڃهي هڪ چٽنگ چوليءَ ۾، وڏو آڙاهه ٻڻجي وڃ،

جي تو کي طلب آ حق جي، وٺي وڃ وند ولايت جو،
پري وڃ فيض جو جهوليون، گدا مان شاهه ٻڻجي وڃ.

ڇڏي ڪثرت ڪثافت کي تون اعلي عبد مان ٿي وڃ،
وهي وحدت جي واديءَ ۾، وڏو درياهه ٻڻجي وڃ.

ڪرم چاهين تہ ڪر تون پر، سدائين شاهه عنايت جي،
شهنشاهه سڄين صوفين ۾ عطاالله ٻڻجي وڃ.

## غزل

ڏس جهوڪ ۾ آ هرجا جلوو شهيد جو،
روشن آ شاهہ عنايت، نالو شهيد جو.

آ نينهن جو نظارو، تيزي جي نوڪ تي،
سِرُ ڏيئي صوفي ورتو، رتبو شهيد جو.

سر تاج صوفيان جو، منصب عجيب آ،
برتر آ هر ولي کان، درجو شهيد جو.

هڪڙي نظر سان، مست ولايت عطا ڪري،
وندُ جي ٿو ميرانپور ۾، ورثو شهيد جو.

ڏيئي جڳ جي بادشاهي، ونجي اچي فقيري،
ڄاڻي خدا اهو آ، رستو شهيد جو.

ڪو آهہ رڪيل شاهہ، ڪو صادق فقير آ،
ڪيئن ٿو ڇڏي اجاري رشتو شهيد جو.

فرقن کان وچ بچي تون، ڪثرت جي قيد کان،
محفوظ رهندين وٺندين، پاسو شهيد جو.

ويڙها پيا وسن تا، ميڙا پيا مچن تا،
هر جاءِ تي هلي پيو، هو ڪو شهيد جو.

تون پيش اچ فقر سان، ادب احترام سان،
طالب سين جي دل ۾ آ، واسو شهيد جو.

منظور ڪر دُعا هي پنهنجي ڪرم سان مالڪ،
ڪر عشق عطا الله، صدقو شهيد جو.

# غزل

رهبر آ رنگ رچايو، وهواھ جهوڪ ۾،
صوفين جي شاھ جي آ درگاھ جهوڪ ۾.

هر طرف نظر تي اچي، شاهي شهيد جي،
آهي عنايت الله، شهنشاھ جهوڪ ۾.

هت فضل آ الله جو، سائين ستار جو،
مُحبت ۾ پيار جي آ، پرواھ جهوڪ ۾.

آ ذڪر فڪر هر دم، الله هُو الله هُو،
صاحب سچي سندي آ، ساراھ جهوڪ ۾.

دنيا تي ملي عُقبيٰ، صاحب ڪريم ڪان،
طالب ڪي هت ملي تو الله جهوڪ ۾.

تو سڀ ڪي پچائي ۽ پاڪ ڪري پيو،
هڪ عشق جو ٻري تو آڙاھ جهوڪ ۾.

هر ڪنهن جي رهي من ۾ تي موج ۽ مستي،
هڪ درد جو وهي ٿو، درياهه جهوڪ ۾

شريعت ۽ طريقت ۽، حقيقت ۽ معرفت،
واحد طرف وڃي ٿي هر راهه جهوڪ ۾.

ظاهر ته آهه منهنجو بس بُت بدن هِتي،
الله ڄاڻي اٽڪيل آ ساهه جهوڪ ۾.

عاشق عطا الله جو هڪ خاص ڪرم آ،
هادي آ هر گهڙي هت همراهه جهوڪ ۾.

# غزل

شان بيشڪ آ نرالو، جھوڪ جي درگاھ جو،
آ فقر تي دست شفقت شاه عنايت شاه جو.

پتنگ وانگر ويا پچي، هي گنج شهيدن جا ڏسو،
سيڪ ڏاڍو سرس آ، هن عشق جي آڙاھ جو.

مست جي هڪ نظر سان تين طئي سموريون منزلون،
وٽ فنافي الشيخ ڪان، درجو بقا باالله جو،

طالب دنيا نہ تي ۽ طلب عقبيٰ جي بہ ڇڏ،
”من عرف“ سان مرد ٿي، طالب فقيري راھ جو.

تار مان تا پارڪن پيا، مير ميرانپور سندا،
بي خطر تي وٺ پلئو تون عشق بي پرواھ جو.

ترڪ ڪثرت ڪي ڪري، آيا حقيقت حال ۾،
جن چکيو آ هڪ بہ قطرو، درد جي درياھ جو.

طالبن جو آهيان، خاڪ پائي پاڪ جي،
ڪرم تو هر دم ڪپي، عارف عطا الله جو.

# غزل

صوفين جي سنگ جو آ، سالار جهوڪ ۾،
الله جو وسي ٿو، انوار جهوڪ ۾.

ماڻي آ شهادت ٻه هتي شاهه عنايت،
آهي عجيب عشق جو، اسرار جهوڪ ۾.

ڏس شاهه قلندر ڪي، ستار ۽ ارشاد،
آهن سيئي سلوڪ جا، سردار جهوڪ ۾.

ڪثرت ڪي ڪري ترڪ، ونڃ حال حقيقت،
وحدت جو هلي پيو ٿو، وهنوار جهوڪ ۾.

رک شوق شريعت جو ۽ طلب طريقت،
آ معرفت حقيقت، اظهار جهوڪ ۾.

دنيا جي طوفانن ۾ پيا توهه سان تڳون،
آهي اسان سين جو، آڌار جهوڪ ۾.

ماحول آ محبت، امن ۽ سڪون جو،
مستي ۽ شوق جو آ، واپار جهوڪ ۾.

هر طالب ۽ عاشق تو گهري قرب عطا الله.
تنهنجي آ ڪرم جو هر، پينار جهوڪ ۾.

# غزل

عاشقن آهي خبر، هن عشق جي آزار جي،
سورهيہ هليا سهسائي سر، سوريءَ متي سينگار جي.

مجنون جيان مفتون ٿيا، محبوب جي ماڻن مٿان،
ڪنڌ جهڪايو قرب ۾، محبت اندر ويا مارجي.

سوز سڪ ۾ ويا سڙي، تن لڇڻ ۽ لوچڻ سکيو،
تن گهري دل سان دعا، دلدار کان ديدار جي.

ساهہ ۾ سانڍيو تنين، دم دم سان دلبر جو ذڪر،
ڳالهہ تن ناهي وساري، ازل جي اقرار جي.

نعرا هنيا ڪنهن نينهن جا، حلاج جي هستي اندر،
مام کهڙي عام جاڻي، انا الحق اسرار جي.

امتحان ڪانپوءِ عطاالله ڪئي انسان کي،
هي ولايت ۽ خلافت، هن سڄي سنسار جي.

شاهہ عنايت شوق مان ڪئي رسم شبيري ادا،
ڪرم آ ڪيڏي ڪمائي، جهوڪ جي جهونجهار جي.

# غزل

عطا عشق تيو آ، عنايت تا سمجهون،
محبت کي پيارا، عبادت تا سمجهون.

ڏنو سور مرکي اکين تي رکياسين،
انهيءَ درد کي سائين، دولت تا سمجهون.

وجهي گهنڊ جي شوخيءَ مان گذري وجو تا،
اها پي اوهان جي، نزاکت تا سمجهون.

نتا ڏيو جڏهن منت جي ڪائي ورندي،
انهيءَ کي بہ اڪثر، اجازت تا سمجهون.

رهي ڪثرتن ۾ بہ وحدت تا سمجهون،
سڄڻ حڪم تنهنجا، شريعت تا سمجهون.

رُسي ساري دنيا ڪا پرواهہ ناهي،
اوهان جي رسڻ کي، قيامت تا سمجهون.

ملي پيار جيڪر سڄڻ سر ڏيڻ سان،
اهو نينهن پي يار، نعمت تا سمجهون.

پرين پاڻ پرچي ڪرم تا ڪريو پيا،
سچي قرب جي هيءَ ڪرامت تا سمجهون.

عشق ميرانپور

# غزل

عطا ٿئي عشق عرفاني، اسانجي ھاڻ پيي ھائو،
ملي جي راھ روحاني، اسانجي ھاڻ پيي ھائو.

اسانکي سر ڏيڻ سان جي، ملي ديدار جو دارون،
وڏي پيارا مھرباني، اسان جي ھاڻ پيي ھائو.

ڏني پيي تو وٺين پيي تون، ھي جانب جان تنھنجي آ،
محبت جي آ مھماني، اسان جي ھاڻ پيي ھائو.

رَلائي کين رک جاني، رقيبن کي رفيقن کي،
نھاري کر نظر ثاني، اسان جي ھاڻ پيي ھائو.

اسان وٽ عشق الفت جو، اھو اقرار الستي آ،
ازل کان دل ھي ديواني، اسان جي ھاڻ پيي ھائو.

اصل کان ئي ھئاسين کينکي، انکار جا عادي،
کھڻ لئي سڏ پلي جاني، اسان جي ھاڻ پيي ھائو.

کرم ٻانھن جو ٻانھو مان، عطا سان رک تون قدمن ۾،
قبولين جي ھي قرباني، اسان جي ھاڻ پيي ھائو.

# غزل

لکي خط گهرايئہ، وڏي مهرباني،
اڳڻ تي سڏايئہ، وڏي مهرباني.

ملڻ جي بهاني ملاقات خاطر،
اِهو رنگ رچايئہ، وڏي مهرباني.

سوا ڪانڊ تنهنجي اچي ڪٽ سگهان ها،
شهر هي گهمايئہ، وڏي مهرباني.

ملي ڳل سان لائي، ڪلي پيار پنهنجو،
پيارا نڀايئہ، وڏي مهرباني.

سڏيو آ تو سڪ مان، هليو مان بہ آيس،
قرب مان ٻڌايئہ، وڏي مهرباني.

سڏي ديس جا هي ڳڏي منڙا ماڻهو،
انهن سان ملايئہ، وڏي مهرباني.

ڪرم ڪين تورو هي لاهي سگهان تو،
جي پنهنجو بنايئہ، وڏي مهرباني.

# غزل

محبوب منا تنهنجي حسن مٿان، حيران گهڻا ڦرندا ٿا وتن،
هڪ عاشق تنهنجو مان نہ رڳو، انسان گهڻا ڦرندا ٿا وتن.

تنهنجي صورت جي لئہ سِڪو سڪي، آ هر جا تنهنجي هاڪ هليل
منهن پاڪ ڏسڻ لئہ ماهہ لقا، مهمان گهڻا ٿا ڦرندا ٿا وتن

تنهنجي ٻاجہ جو سِڪو ٻانهو آ، تنهنجي نينهن جو هر ڪو نوڪر آ
تنهنجي در جي غلامي جي خاطر، دربان گهڻا ڦرندا ٿا وتن.

تنهنجي شوق اندر ٿيا شاهہ گدا، ٿا ڪيئي امير فقير ڦرن،
تون خدمت منجهہ قبول ڪرين، سلطان گهڻا ڦرندا ٿا وتن.

تنهنجي سيرت تان سر ساهہ فدا، تنهنجي ڳڻن جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي.
تنهنجي قرب عطا ۽ ڪرم مٿان، قربان گهڻا ڦرندا ٿا وتن.

# غزل

مست نظرن سان ڪٽي نيڻ نهارڻ وارا،
هڪ نظر ڪرم جي تقدير سنوارڻ وارا.

تي ڪپي، شاهه عنايت جي، عنايت مونکي،
جام وحدت جو سڏي سڀ کي پيارڻ وارا.

نوڪ نيزي تي چڙهي، عشق جا هوڪا تو ڏنا،
راهه لله ۾، پنهنجي سر کي ٻه وارڻ وارا.

ڏسو صديق، رکيل شاهه کي، روحل ۽ مراد
عشق جي عرش تي بي پر کي اڏارڻ وارا.

ڪوئي ڪثرت جي ڪنن ۾ هجي قاتل طالب،
تيز طوفان منجهان ٻيڙيءَ کي تارڻ وارا.

ڪوڙ دنيا جا ستايل تا اچن قدمن ۾،
ساري دنيا جي تتل دل کي تون ٺارڻ وارا

عطا الله ڪئي توکي عنايت عظمت،
پنهنجي قدمن ۾ ڪريل ڪرم اٿارڻ وارا.

# غزل

منهنجا ميرانپور جا مير مٺا، تنهنجي جهوڪ سدا خوشحال هجي،
هتي هر ڪو سکيو شخص هجي، هر ماڻهو مالا مال هجي.

جڏهن ديد ڪٿان اچين تون ٿي نظر،
تنهنجو ساموهون نور جمال هجي.

هجي قرب قرار، سڪون قلب،
سدا خير، خلوص جو خيال هجي.

تنهنجي سر تي تاج تصوف سندو،
تنهنجو رتبو بلند بحال هجي.

تنهنجي نينهن جي نوبت وڄندي رهي،
تنهنجي صبح و شام ڌمال هجي.

هر پاسي خوشبو، خير، خوشي،
تنهنجي نينهن ۾ هر ڪو نهال هجي.

هر طرف هجي بس ذڪر فڪر،
رڳو مستي عشق مقال هجي.

سچو ڏينهن تنهنجو ديدار هجي،
سچي رات لئه وقف وصال هجي.

تنهنجا مئخانا آباد هجن،
حرڪت ۾ قدح ڪلال هجي.

سچو عشق عطا الله ڪري،
تنهنجو سڀ تي ڪرم ڪمال هجي.

# غزل

هت عشق بي انداز جو، جذبو آ جهوڪ ۾،
ڏس نُور مصطفيٰ جو، جلوو آ جهوڪ ۾.

واهه شاهه عنايت جو رُتبو آ جهوڪ ۾،
هتي عشق شهادت جو، رشتو آ جهوڪ ۾،
هڪ خاص ڪربلا جو، نقشو آ جهوڪ ۾.

توبهه جي آهه تيندي، توفيق هت نصيب،
بخشش خدا جو آهي، دستور هت عجيب،
ولايت جو گنهگار کي، درجو آ جهوڪ ۾.

هت سخت آهه بندش، هر هڪ گناهه تي،
ادب ۽ حيا جي آهه مُهر هر نگاهه تي،
هر هڪ نظر تي پيار جو پهرو آ جهوڪ ۾.

هت ذڪر، فڪر جو ۽ عبادت جو مزو آ،
انسان جي الله سان محبت جو مزو آ،
صوفي فقير جو ئي ورثو آ جهوڪ ۾.

قرب ۽ ڪرم آ بي حد عبد الستار جو،
خالي نه آهي دامن ڪنهن طلبگار جو،
بيشڪ عطا الله جو چرچو آ جهوڪ ۾.

# غزل

هي لاتو جهوڪ ڪي آ رنگ شهادت، شاهه عنايت جي،
رهي ٿي هر هڪ طالب تي، عنايت، شاهه عنايت جي.

جُهڪيو تلوار هينان سِر، ٿيو سوار نيزي تي،
اِها ٿي عشق ۾ افضل عبادت شاهه عنايت جي.

شهيد آهن سدا زنده، چوي قرآن ۾ ٿو رب،
رهي نيزي مٿان جاري، خطابت شاهه عنايت جي.

سلامي آ سڄي خلقت، وڏن ويڙها، مڇن ميڙا،
مخالفت سڀ ختم ٿي ويا، عدالت شاهه عنايت جي.

لُڏي ٿي پر، ٻُڏي هر گز نٿي سچ جي ڪڏهن ٻيڙي،
مڃي ٿي اڄ سڄي دنيا، صداقت شاهه عنايت جي.

ٿئي منظور هر هڪ جي، دُعا درگاهه تي بيشڪ،
ورائي هٿ نٿي خالي، ولايت شاهه عنايت جي.

عطا ارشاد جي آهي، فقر تي فيض جاري آ،
فضل، ستار سائين جو، سخاوت شاهه عنايت جي.

رهان مان جهوڪ ۾ هر دم، ڏيان پيو حاضري هر هر،
عطا ٿئي ڪرم سان مونکي، قرابت شاهه عنايت جي.

# غزل

هن جڳ جو ڏسو دستور عجب، ڪوئي ٻوڙي ٿو ڪوئي تاري ٿو،
سڄڻ تا سيئي انسان مگر، ڪوئي جيئاري ٿو ڪوئي ماري ٿو.

ڪوئي ڪنهنجي خوشيءَ ۾ خوش ٿو ٿئي، پر ڪنهن ڪنهن کي ٿاڌا تا لڳن.
سيني ۾ سين کي دل آهي، ڪو ساڙي ٿو، ڪو ٺاري ٿو.

ڪوئي الفت سان احساس ڪري، ڪوئي ڪلفت سان ٿو قهر ڪري،
ڪوئي ٿو ڪو ڊاهي ٿو، ڪو پرچائي ڪو رئاري ٿو.

ڪوئي پنهنجو روز ورهائي ٿو، ۽ داتا ٻڄي دان ڪري،
ڪو بند ڪريٿو ان پاڻي، ڪو پاڻ هٿن سان چاري ٿو.

ڪو پرتل لوڪ رسائي ٿو، ڪو رٺل ٻه ٿو پرچائي وجهي،
ڪو ٽوڙي ٿو ڪو جوڙي ٿو، ڪو وِسائي ٿو ڪو ٻاري ٿو.

ڪو هٺ جو ڪليل آ دل جو سخي، ڪوڪو ارب پتي احساس بنا،
ڪو وات تان لاهي ٻين کي ڏئي، ڪو پياري ٿو ڪو هاري ٿو.

ڪو خوف خدا جو واري ٿو، ۽ ڊجندي عمر گذاري ٿو،
ڪو ڏوهه ڪريٿو ڏاڍو ڪري، ۽ ڏيل ٻين جا ڏاري ٿو.

ڪو قرب ڪري ٿو ڪرم ڪري، ڪو پٿر دل نٿو نرم ڪري،
ڪو دعا ڪري ڪو دغا ڪري، ڪو ساري ڪوئي وساري ٿو.

